## ٻہ لفظ

مرحوم حضرت مولانا مولوي حاجي دين محمد صاحب وفائي عليه‌الرحمة جي نالي ناسي و اسم گرامي کان کهڙو سنڌي علم دوست نا آشنا هوندو! منهنجي سمجهه ۾ سنڌ ۽ سنڌ بابت جيتري معلومات هن مرحوم کي هئي، اوتري ناممڪن آهي جو ڪنهن ٻئي صاحب کي هجي. هونءَ ته ڪو به اهڙو مسئلو، مذهبي، سياسي، تاريخي يا علمي وغيره ڪونه هوندو هو، جنهنجو ذڪر مرحوم جي صحبتن ۾ نه ڇڙندو هجي، مگر سال ١٩٤٧ع جي هن عظيم اٿل پٿل بعد سندس صحبتن ۾ سواءِ سنڌيت جي ٻي ڪا به ڳالهه نظر نٿي آئي. فقط اهوئي ذڪر هوندو هو ته سنڌيت، سنڌي زبان، سنڌي ادب ۽ بس.

سال ١٩٤٩ع ۾ جڏهن پاڻ ميرپور خاص تشريف آور ٿيا هوا ۽ اخي مڪرم مسٽر حافظ محمد صادق صاحب، هيڊ ماسٽر مدرسه هاءِ اسڪول ميرپور خاص وٽ ترسيل هوا، تڏهن هيءُ سندن ادنيٰ عقيدتمند به سندن خدمت ۾ حاضر ٿيو هو. پاڻ فرمايائون ته "اسماعيل! تون ڇو خاموش آهين؟ توحيد لاءِ ڇو نٿو مضمون لکي ڏين؟" مون عرض ڪيو ته "حاضر سائين، هاڻي لکي موڪليندس". مگر پاڻ مونکي ڪچهريءَ ۾ وهڻ نه ڏنائون ۽ فرمايائون ته "اٽ هينئر وڃي لکي اچ" مون چيو ته "سائين! هينئر ته منهنجي ذهن ۾ ڪا به ڳالهه ڪانهي، ڇا وڃي لکان!" انتي فورا چيائون ته "هن وقت، سنڌي ۽ سندس رهڻي ڪهڻي، ڪان وڌيڪ ٻيو ڪهڙو عنوان موزون آهي؟ وڃ ۽ مونکي هينئر لکي ڏي ته مان پاڻ سان کنيو وڃان. ٻيو ڏسجانءِ زبان نج سنڌي هجي."

خير، مون تڏهن به مرحوم جي ارشاد جي پيروي
ڪندي هن ڪتاب جا پهريان ٦٢ صفحا لکي پيش ڪيا، جي
پاڻ پن قسطن ۾ توحيد منجهه پنهنجي نوٽ سان شايع ڪيائون.
جلد ئي پاڻ هن دار فانيءَ کي الوداع ڪيائون ۽ پنهنجي
احبابن کان هميشه هميشه لاءِ جدا ٿي ويا. انا لله وانا
اليه راجعون. منهنجا اهي ناچيز مضامين ڪيترن علم دوستن
کي نهايت پسند پيا جي مونکي هميشه چوندا رهيا
ته هن سلسلي کي وڌائي ڪتابي صورت ڏيو. خصوصا منهنجي
عزيز دوست مولانا مولوي غلام محمد صاحب گرامي، جو
منهنجي سستيءَ کان واقف هو، سو بلڪل گهڻو تاڪيد ڪندو
رهيو ۽ سچ پچ ته هن ننڍڙي ڪتاب جي تڪميل صرف
مولانا موصوف جي وٽ پڪڙ ڪري ٿي ٿي، جنهن لاءِ مان
سندس نهايت ممنون آهيان.

اسانجي سنڌي ڀائرن ۾ بدقسمتيءَ سان احساس ڪمتري
گهر ڪري ويو آهي. هندن جو رعب مٿن ايترو سوار هو
جو پاڻکي سچ پچ "چٽ" سمجهي ويٺا هوا. هيٺئر اسانجي
مسلمان ڀائرن به اسانجي لاءِ ڪا صحيح راءِ قائم نه ڪئي
آهي، مگر اسانکي "هندن جو غلام" ۽ "جهنگلي" سڏي،
اها ڳالهه زبردستي مڃائڻ ٿا گهرن انڪري مون مناسب ڄاتو ته
پنهنجي سنڌي ڀائرن کي پنهنجي اصليت کان آگاهه ڪريان ته "اوهين
شينهن آهيو، نه گدڙ، غيرتمند آهيو، نه بي غيرت، اخلاق وارا
آهيو، نه بد اخلاق، سمجهو آهيو، نه بي سمجهه، دينداار آهيو،
نه بي دين ۽ وفادار آهيو، نه غدار. سچ پچ ته اوهين،
اوهين آهيو ۽ پنهنجو مٽ پاڻ آهيو. فقط پاڻ سڃاڻو! والسلام

محمد اسماعيل عرساڻي.

# عرض ناشر

محترم عرساڻي صاحب، سنڌي سپاجهڙا ڪتاب لکي، سچ پچ ته سنڌي قوم سان ايڏو ڀال ڀلايو ۽ قرب ونڊيو آهي، جنهن لاءِ هن صاحب جو جيترو به ٿورو مڃجي، اهو ٿورو ٿيندو. جس هجيس!

سنڌين جي رهڻي ڪرڻي، اٿڻي ويهڻي، مرڻي پرڻي ۽ جي سمورن طور طريقن کي جنهن سچائيءَ ۽ سهڻائيءَ سان، سادن ۽ سلوڻن لفظن پر ويهي پوتو اٿس، انجو قدر ۽ قيمت اهيئي ڪٿي سگهندا، جن وٽ سچ ۽ سونهن جي پرک ۽ پروڙ هوندي.

سو نڪي ازحد افسوس ٿئي ٿو پنهنجي پاڪستاني پاڙيسرين مان، انهن ٿورن جي ٿلهي عقل تي، جن نيڪيءَ جي هن ڪاڻ سان به ڪوڏي ڪيڏي "ڪارنهن"، ۽ پوءِ وٺي هنوڇي هڻئي، ته "اهو اشارو آهي اسان ڏانهن!"

عرساڻي صاحب اهڙن عقل جي وڏن لاءِ اڳيئي لکي چڪو آهي ته "نيڏيءَ کي سڄو سنسار نيڏو ڏسڻ پر ايندو، پر ان پر نيڏيءَ جو ڏوه آهي، نه سنسار جو. جيڪڏ هن رڳو پڳو ويهي وڏون ڳوليون ۽ مک وانگر نهاري گنديءَ جاءِ تي ويهبو، ته چڱائي مور ڏسڻ پر ڪانه ايندي!"

سو اهڙين مختصر "ننڪين" کانسواءِ، باقي پيا سڀ نوان سنڌي دوبت اميد ته هيءَ ڪتاب پڙهي، هئين سان هنڊائي، پاڻ فيصلو ڪندا ته آخر هن پر اهڙي کهڙي برائي آهي جنهن لاءِ آسمان مٿي تي کڻي ڏلو ويو آهي؟

هن ڪتاب جو مقصد محض اهو آهي ته توهان آيلن کي پراڻن سنڌين جي چنگاين ڪان آگاهه ڪجي، ته جيئن هو هڪ ٻئي کي چڱيءَ ريت پرکي، ٻاڻڪي سٺا ڀاڙ ٻيسري ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪن، جنهن ۾ ئي ملڪ جو ڀلو ۽ قوم جي بهتري آهي.

سون کي پتل جو ڀاڻي چاڙهي پيش ڪرڻ وارا ڪو سون جو اگهه نٿا گهٽائي سگهن، بلڪ پنهنجي ئي بد ارادن جي اوگهڙ ٿا ڪن.

انهيءَ ڪري مناسب سمجهيم ته "سنڌي سڀاجهڙا" جهڙي سچي ۽ صاف ڪتاب کي خراب چئي، هاءِ گهوڙا مچائيندڙن کي ٻئي ڪنهن به جواب ڏيڻ جي بجاءِ، ساڳيو ڪتاب وري ڇپائي، سندن منهن آڏو رکيو وڃي، ته من ڪنهن مهل کين ان نيڪ مقصد سمجهڻ جي توفيق نصيب ٿئي، جنهن لاءِ هي شاهڪار لکيو ويو آهي.

هن نئين ايڊيشن ۾، اهي الفاظ ئي نه آهن جن مان ڪنهن جي دل ڏکڻ جو امڪان پيدا ٿئي، يا جن جو غلط ترجمو ڪري غلط فهميون ڦهلايون وڃن.

"ٻاجهارن" يا ٻين لفظن ۾ "رحمدل" سنڌين جي مثالي تهذيب ۽ مدنيت متعلق سڀاجهيءَ سنڌيءَ ۾ لکيل هن پاڪ ڪتاب جو اردو ترجمو پڻ "سنڌي ڪتاب گهر" طرفان جلد شايع ٿي رهيو آهي، جو اميد ته اردو دان حضرات ورور ڏيئي پڙهندا ۽ پڙهي لکندڙ کي داد ڏيندا.

ع ۰ ع ۰ ڏيٽي

# فهرست

# سنڌي سڀاڄوڙا

هڪ اوڳڻ ڳوليندڙ ماڻهو، ڪهڙي به چڱي ڪم مان ڪا نه ڪا اوڻائي ڪڍي سگهي ٿو. ڪنهن وسوڙل کي اپاٽو مڏڻ، سخا جي ڳڻ کي پورڙائي يا ڏيکاءُ چوڻ، اجائي خرچ کان منهن موڙڻ کي ڪنجوسائي ڪوٺڻ، سخن جي سچار کي راڄڌانيءَ کان اڄاڻ آکڻ، ساک جي سچائيءَ کي چرپائپ چوڻ، ۽ اهڙيءَ پر هر هڪ چڱي لڇڻ کي ڪوبه آبتو رنگ ڏيڻ ڪا ڏکي ڳالهه نه آهي. هن ڌرتيءَ تي جنهن ڳالهه کي هڪڙو چڱائي ٿو چوي، ان ساڳيءَ ڳالهه کي ٻيو وري مدائي ڪري ٿو مڃي. اهو ئاه سڀڪنهن جي سڀاءَ تي ڇڏيل آهي. نيڏي کي سچو سنسار نيڏو ڏسڻ ۾ ايندو، پر ان ۾ نيڏي جو ڏوهه آهي، نه سنسار جو. هر هڪ وٿ کي ٻه پاسا آهن، اونداهو به آهي ته سهائو به آهي، مڏو به آهي ته تکو به آهي. جيڪڏهن رڳو ٻڳو وڏون ڳولبيون ۾ مک وانگر نهاري گنديءَ جاءِ تي ويهبو ته چڱائي مور ڏسڻ ۾ نه ايندي، پر جيڪڏهن نياءَ جي اک ڊوڙائبي ته سنڌي ماڻهوءَ ۾ جي ماڻهپي جا لڇڻ ملي سگهندا سي ٻلي ته دنيا جي ٻين ملڪن ۾ ڪيتري به ڇنڊڇاڻ ڪئي وڃي پر ملڻ ڏکيا آهن.

**ويس:** هڪ ٺيٺ سنڌيءَ جو وڳو ڪنهن ڪان گهجهو آهي؟ هڪ وڏو اڌ ٽان جو اڇو پٽڪو، هڪ اجرڪ يا لونگي ڪلهن ۾ ۽ هڪ سرازڪي سوٿهي جتي، سنڌي مسلمان جو مرڪ آهي. گلا خور پلي ته انکي ڇٽپاني سڌي يا گهٽي ڪپڙي جو ڇيهو چوي پر ان لاءِ هن وٽ ڪابه حجت ڪانه آهي. رڳو هڪ ڀرم آهي جو انگريزن جي اچڻ ڪانپوءِ ۽ هندن جي ميل جول ڪري ڪن انگريزي پڙهيل گوريءَ چاڻ وارن تي سواو آهي. هندن جي ڌوتي ۽ پتلون، پنجابين جي گوڏ، هندستانين جو چست پاجامون يا يوروپين جو سوٽ ۽ چڊي، دل ۾ نياءَ ڌاري پنهنجي ڏيان ۾ آڻيو! جنهن مراد سان ڪپڙو پهريو وڃي ٿو، اها مراد آهي اوگهڙ ڍڪڻ؛ هرهڪ پنهنجي ايمان سان چوي ته انهن ڪپڙن مان اها مراد سڌ ٿئي ٿي؟ اڄ جي ساريل ويچاري سنڌيءَ کي وڏي سٽڻ انڪري ٿي وٺي جو ان ۾ اوگهڙ ڏسڻ ۾ نٿي اچي. ڌوتي، گوڏ . يا چڊي اهڙا ڪپڙا آهن جن ۾ اڻ وهڻ، گهمڻ ڦرڻ ۽ سمهڻ سهڙڻ ۾ اوگهڙ پڌري ٿيو پوي. پاڳ جي برائيءَ سان جيڪڏهن ڪنهن ڪا سٽڻ ڦاني پوي ته به گهٽن مرن سبب اوگهڙ ته ڏسڻ ۾ نه اچي! تنهنڪانسواءِ سولائيءَ سان سڀي به سگهجي ۽ نيٺ چتيءَ جو اپاءُ به ٿي سگهي. گهٽي ڪپڙي سبب گهڻو وقت جناءُ ڪري ۽ وهڪ جي جاءِ به اهڙي ميري نه ٿئي، جهڙي پاجامن جي پويان هوندي آهي. بت ۾ جيڪڏهن ماڻهو ڪٿي لڪل ۽

سنهو هجي تہ بہ سلوار پائڻ ۽ پٽڪي جي پهرڻ ڪري جوڙ و ۽ جهونجهار ڏسڻ ۾ اچي. تنهنڪانسواءِ هن ويس ۾ چگهڙسيءَ جي سهڻي سگهنڊ پڻ پائي سگهجي ٿي.

اجرڪ هڪ سنڌي پرئي مڙس لاءِ ڪلهن جي چادر بہ آهي، تہ ڪوٽ بہ آهي. سيان اوڍڻ لاءِ اوڇڻ بہ آهي، تہ ڪنڌ هيٺان وهاڻي جو ڪم بہ ڏئي. ڪانپ ڪيڻ سان ڪرسيءَ جو سک بہ ملي، تہ هٿ منهن اگهڻ يا وهنجڻ لاءِ ٽوال بہ آهي. ڌرتيءَ لاءِ وڇاڻو بہ آهي، تہ ڪڏهن ڪڏهن هڙ موڙي ٻڌڻ لاءِ بچڪو بہ آهي. نماز لاءِ مصلو بہ آهي تہ سٿڻ جي پليتائيءَ ٽاڻي گوڏ جو ڪم بہ ڏئي. مطلب تہ ڏيان ڪرڻ وارن لاءِ جيڪي سوچارايون اجرڪ ۾ آهن سي وستار وهيٺون ڪين آهن. پٽڪي ڌ گهي هئڻ ۾ جا سياڻپ آهي، اها انگريزن جا پوچاري مورهين ڪين مڃيندا. پلا ڦوڪ سان ڦرڙات ڪندڙ پين واريون سنهيون ٽوپيون يا ڪکن جون ڇپيون مٿي تي رکي مرڪ ڪرڻ ڪتان جي سياڻپ آهي. پلش جون يا ڪراڪلي ٽوپيون جي ستر اسي روپيہ ڪائي وڃن، تن جو پهرڻ پٽڪي پائڻ ڪان ڪهڙي ڳالهہ ۾ ڪسر آهي؟ گرم ترڪي ٽوپيون، انگريزي ٽوپلا يا مشهدي لونگيون ۽ زريءَ جا ڪلا تہ فقط سڪين ستابن، انگريزي پڙهيلن يا وڏن شاهوڪارن جي هٿ ۽ وڏائيءَ جو سامان آهن. غريب سنڌي مسلمانن لاءِ تہ سفيد پٽڪوئي بس آهي جو سندس مٿي؟ لاءِ ٿڌيءَ ڪوسيءَ جو

بچاءَ آهي. هڪ سنڌي ڳوٺاڻو مسلمان پنهنجي پٽڪي کي ٻڌڻ مهل انکي ڪولي، چنبڙي، ڦوڪي، وري نئين سر مٿي تي اهڙي پليءَ پٽ ويڙهي ٻڌي ٿو جو ان ۾ جيڪڏهن ڪٿان ڪا ميراڻ آهي يا ڪٿان ڦاٽل آهي ته اهي اوٽايون ٻ گهڙي پٽڪي هڻڻ سبب سڀ اکي وڃن ٿيون ۽ هو هن کي ڪيترا ورهيه ڪم ڏئي ٿو. جيڪڏهن انکي ڪڏهن ڌوئي ڪٿي سڪائجي ٿو ته اڇو اڇو ڪير ٿيو پوي! اڇي ڪپڙي کي ڏسندي اکيون ٺريو پون ڇو ته اڇو رنگ نوراني رنگ چوندا آهن. پورهيتن کي ته پٽڪو ڪئين ڪم ڏئي ٿو، جنهن جي اپٽار ڪرڻ لاءِ هتي جڳهه ڪانهي.

سنڌي جتيءَ جون سولايون ٻه ٽوريون ڪين آهن. هڪ سنو سٺو پرو سنڌي پريو مڙس جڏهن پنهنجا پير ڌوئي سرازڪي جتي پائي ٿو، تڏهن هنکي نه ڪنهن شو يا لانگ بوٽ جي پرواه آهي، نه ڪنهن ڪٽ سليپر، سئنڊل يا سپاٽي جي ڪاڻ آهي، نه وري مخمل يا بف جي زنانن چٽمپان جي اون آهي. هنجا سڀ ڪارج هڪ ٺي جتيءَ مان سري ٿا اچن. جهلي ۾ وري سنڌي جتي پنهنجو مٽ پاڻ آهي. موٽرن ۽ گاڏين جا سوار شهر جي ڏامر وارن پڪن رستن تي هلڻ وارا شهري، پنهنجي سنهڙن بوٽن ۽ سليپرن سان جيڪڏهن جهنگلن ۾ هلن، جتي سنڌي ڳوٺاڻو هلي ٿو ته هوند جتيءَ جو پورو ملهه ڪٿي سگهن. سنڌي جتيءَ ۾ نه رڳو پيرن جو بچاءَ آهي، پر هڪ املهه هٿيار پڻ آهي.

ڀهراڙيءَ جو سنڌي ولهو توڙي ونهيون پنهنجي جتيءَ کي وچون يا نانگ ٻـلا جهڙي وڏي ويريءَ کي مارڻ لاءِ هٿيار وانگي پڻ سوپ ـان ڪم آڻين ٿيون.

ڏک ر ڳو انهن سدورن تي ٿئي ٿو، جن جي اک ڏکي نہ آهي، پر رڳو زماني جي ابتي چال تي موهجي، سواءِ سوچ ويچار جي مهڻا ڏيندا وتن تہ ڀهراڙيءَ جا سنڌي ڏسو کهڙا نہ ابوجهہ ۽ اياڻا آهن. سرڳو ائين ٻہ آکيندا آهن تہ ڪهڙا نہ پوک ۽ چٽ آهن جو وٽي ٿا اڌ اڌ ٿان جي سٿڻ يا پٽڪو پائين ۽ ڏ گهو پهراڻ ڍڪين. اهڙن ساٿين رڳو هڪ ٻئي سان ڀڏي ڪري گهوڙا گهوڙا ٻئي مچائي آهي ۽ سنڌين کي برو پلو چيو آهي. پرڻ وانـگر ڏونگهي جا ٽـي ٽنگ ڏسي ڏري وڃن ٿـا پر پنهنجا هزارين ٽنگ ڏسن ٿي نٿا. پاڻ ڪاچ جي محلات ۾ ويهي ٻين ڏانهن پٿر اڇلائين ٿا. پنهنجي هاڻ تي هٿ لائين تہ ڪين سڌ پوي تہ پڳ چڱي يا ٽوپي، سٿڻ سولي يا چست پاجامو، ڏگهو پهراڻ پلو يا انگريزي قميص، جا مس ابدائي تائين اچي ۽ شرم جي جاءِ بہ نہ ڍڪي سگهي.

**ڪاڙو-** هونءَ تہ هرهڪ پونءَ جي ڪاڏي پيتي جو رنگ ڍنگ الـڳ الـڳ آهي. ڪٿي چڱي تہ سنڌيءَ جي ڪاڏي ڪان انگريزي، ترڪ، افغان، يا ايرانيءَ جو ڪاڏو وڌيڪ رسيلو ۽ ملهائتو آهي، پر ڪنهن بہ ڪاڏي جو مهانگو هجڻ هرويرو ڪو انجي سٺائيءَ جي ساک ڪانہ ٿو پري.

ڏسڻو آهي* تہ اهو قدرتي کاڌو جنهن سان ماڻهن جي چڱيلائي کي لوڏو نہ اچي، اهو ڪهڙو آهي؟ مان تہ ہِڪ سان چوندس تہ سنڌي ماڻهوءَ جو کاڌو، سو بہ گهڻو ڪري ٻهراڙيءَ واري جو، ننهن کان چونيءَ تائين نج قدرتي آهي. ڏسڻ ۾ ايندو تہ هڪڙي سنڌيءَ جو کاڌو رڳو کير، ڏڌ، مکڻ، نج گيهہ، ڏؤنرو ۽ اَن آهي. ڪڏهن ڪڏهن ٻنيءَ ٻاري جي منڊ ۾ ڪا سادي سودي ڀاڄي، جهڙوڪ گوار، ميهو، ڪدو يا ڇيڙ ڏادي چاهہ ۽ چس سان واپرائيندا آهن؛ مگر ان ۾ بہ سواءِ لوڻ ۽ بلڪل ٿالي ماتر مرچن جي ٻيو ڪو بہ مصالح ڪو نہ هوندو آهي جو مورين مهل پنهنجا جوہن ڏيکاري. اڄ ڪلهہ جا هٿرادو کاڌا، سالنائون، برياڻيون، شامي ڪباب، قيما ۽ روس، آمليٽ ۽ چاپون، سرڪا ۽ ساس، چٽڻيون ۽ ڪچونمبر، مٺان برف جي بهاري، آرينج ۽ ومٽو، راسپيري ۽ لائيم جوس، تن تہ هٺي معدي جا بخيا ئي اڌوڙي ڇڏيا ڪيا آهن.

مٺيان سليدا تہ ٿيا سکين سنڌي ماڻهن جو کاڄ، ٻر وري ڪن ملڪن جي ماڻهن جو کاڌو اهڙو تہ عجيب آهي جنهنکي ڏسي سنڌيءَ ماڻهوءَ کي تہ ڏندين آگريون اچيو وڃن. نج گيهہ تہ سندن نڙيءَ کي ٿو وئي تنهنڪري ترن جو تيل واپرائين. ڳاڙهن مرچن کي گهي گهي روهيون ئي گسائي ڇڏيون اٿن. نسوري دال جو تہ ملهہ ئي مٽي ڪري ڇڏيو اٿن، جنهن کي سنڌي ويچارو، خاص ڪري

سنڌي بلوچ تہ پنهنجي لاءِ چڱ ڳار ڪري سمجهندو آهي.
اڄ انهن خانن جون ڪيرٽيون، سنڌن حليمن، ربڙيون ۽ ستايون
اهيڙي ڪائين، انهن ڪي ئي سيبائين! ويچارو سنڌي پنهنجي
گهر جي ڪچي چاول ڪير واري لسي، جا اڏو اڏ تہ مکڻ
هوندي آهي، تنهن تي ئي گذر ڪري ٿو ۽ مٿين ڪاڌن
ڪان الٽيون ڪري اڏ مٿو ٿيو وڃي. سنڌي ماڻهوءَ جي
ان ڪريءَ چمار بہ وڏي ٿئي ٿي ۽ پيڙهڻ تائين پلوان بہ
رهي ٿو. پڻ جهجهو ۽ جهونجهار، منهن موچارو ۽ سر بہ
سهڻو ٿئيس ٿو. گهٽو ڪري روڳي بہ نہ ٿو رهي. پان ۽
تماڪ جو ڪن طبقن جي ڪاڌي جو مکيہ ڀاڱو آهي، تنهنجو
سنڌي ماڻهو هونءَ ئي هيراڪ ڪينهي. شراب جهڙي ڏائڻ
جي ڏپ بہ ڪين وٺيس. انگريز يا افغان، فرينچ يا فارسي،
پلي تہ شرابن دوارارن پنهنجا ڳرا ڪاڌا هضم ڪري، پر
ويچاري سنڌيءَ ڪي هاضمي لاءِ ڏهاڙي جو پورهيو ۽
هر ڪوڏر ئي بس آهي. نہ اٿس چانهہ سان چس، نہ شراب
سان پيار ۽ نہ پانن ۽ تماڪ سان تار لڳل، جنهنڪري
سندس ڏند ئي دائن ٿي پون. هڪ سنڌيءَ جا ڏند پيريءَ
تائين سلامت رهن ٿا ۽ سندس چمار بہ ڊگهي ٿئي
ٿي. ڏند ناس ڪندڙ وٿون، پلا هو واپرائي ئي ڪونہ جنهن
ڪان پائريا ٿئيس ۽ ڏندن جي ويڇن وهيٺون ٿئي ۽ پيڙهڻ
ڪان اڳيئي هڙاد و ڏند وجهائي.

گوشت جهڙو ڳرو ڪاڌو، پلاءُ يا سيرو بہ ڪڏهين

عيد برات ٽئي يا راج ڪاج يا مرڻو پرڻو ٽئي تڏهن رڌ ين. سا به ڪا پنهنجي ڦنڊر يا ٻڪري ٺلهي متاري چونڊي کهندا آهن. شهرن وانگر ڪاسائين جو گوشت ڪونه هوندو آهي، جنهن ۾ اگهاڻ سرٽيفڪيٽ ۽ ڏيرا چيلا يا ٻڪريون کهي بيماري ڦهلائي ويندي آهي. نه وري ڪوڪي وارو گيهه يا ترن ۽ ڪڪڙن جو تيل ڪم آڻي مهمانن جو ٽيو اونڌو ڪيو ويندو آهي. ويچارو ٻهراڙيءَ جو سنڌي ڪنهن شهر يا ميلي تي جڏهن گهمڻ ايندو آهي ۽ ڀانت ڀانت جا ڪاج ۽ ڪاڏاڻ مٺايون ۽ ميوا ڏسندو آهي، تڏهن هن جي دلڙي سرڪي ويندي آهي. ٻيو جيڪڏهن ڪنهن هوٽل تي چڙهي ڪٺي اهي سوادي زهر واپرائيندو آهي ۽ لمليٽ پيٽ وقت يا ٻوڙ ڪاڻ سهل جيڪڏهن ڪي هنڪان رسمي اوٺايون ڏينديون آهن ته شهري ساٿو هن تان کل ٺٺولي ڪندا آهن. سچ پچ ته اهائي هڪ ڳالهه آهي جا هڪ سنڌيءَ جي سادگيءَ جي ساک پري ٿي. پر اڄڪلهه هن ڌرتيءَ تي ماڻهن جي سمجهه اهڙي ته ابتي ٿي چڪي آهي جو اوگڻ کي گڻ ۽ چڱائيءَ کي بڇڙائي سمجهيو پيو وڃي. اوگهڙ کي تهذيب، بي دينيءَ کي مذهب، ڪوڙ کي سچ، سچ کي ڪوڙ، ڏنگيءَ کي سياڻپ، زهر کي ترياق، ابتي کي سبتو ۽ ڪفر کي اسلام چيو پيو وڃي. ويچارو سڌو سنئون ۽ سادو سودو سنڌي جيڪڏهن سادا ڪپڙا پهري ۽ سنئو سٽرو ڪاڏو کائي ته اهو ٽيو جٽ ۽ پوڪ؛ پر جيڪڏهن

اگھاڙو و ٻس ۽ گند ڪچري جھڙو ڪاڏو واپرائجي ته اها ئي تهذيب. اچرج جهڙي منورتي آهي!

**پرڏو** - انهيءَ ۾ شڪ ڪونهي ته مرڻي ۽ پرڻي جي ريتن رسمن ۾ سنڌي ماڻهن وٽ به ڪي نه ڪي اوڻايون اوس هونديون، پر گهڻو ڪري ڏسبو ته جن چڱن ويچارن تي انهن جي پاڙ رکي ويئي آهي، اهي سو ٽڪا سون آهن. هن سمي جي سڌريلن، هرو پرو ڪري رڳو ڪڍائي ڪٽي انهن ريتين کي ڪنو ڪوٺيو آهي؛ مگر جيڪڏهن جانچ پڙتال ڪبي ته اهي نالي جا سڌريل ماڻهو رڳو پنهنجي دل خوش ڪري رهيا آهن. مثال لاءِ ٻون گهڻن يارن کان ٻڌو آهي جي چوندا آهن ته "وهانءَ وقت' گهور ۽ پوئي جي ريت ڏاڍو ڪڌو ڪرتوت آهي. پٽ ڪارائي ساهه اگهاڙيو ٿو وڃي. سنئين سڌي گهور جي بندي رکي ٿي وڃي. پڻسو هجي ته پٽ ڪجي، نه ته لاچار کهڙو پيو آهي. رڳو چنبائي ۽ پوکپائي آهي. گهڻا ماڻهو ڪوئي هڏو پٽ ڪارائڻ کان موچارو ته ائين ٿو لڳي جو ڏورن کي ڪوٺ ڪجي پر ست رڇي رڌجي. جا جي ڪري هرو پرو خرچ به ڪجي ۽ گلا به پرائجي. ڪاڄ جي ٽائي وري جنهنجي به ڪا ابي ڏاڏي جي ڪاڻ رهيل هوندي ته رسيو ويهيو رهي. اهڙو ڪم ئي ڇو ڪجي جو نٽي ٽامٽيءَ کي هٿ جوڙي پرچائڻو پوي. ڇا جو پٽ، ڇا جون ديگيون، ڇا جا چڻا، ڇا جا مارڪا، ڇا جا لنگها، ڇا جا حجام؟ هرو پرو ڪنن

ڪاسمين جا انگل آرا ڪٽجن ۽ ڪت خلق جا مهمان سمجن !
تنهن ڪان مات ڪري ٽيڪو ڏجي ڪنهن ڪيف واري ڪي.
ٻه ٽي روپيه ڪن ونندو. پاڻهي پيسٽريون، ڪيڪ، آئيس
ڪريم ۽ ايرينٽيڊ واٽر پيڙا ڪندو. ٽپايون هنجيون، پوش
هنجا، ڪرسيون هنجيون، گلاس پليٽون سڀ سندس سر تي.
نه ڪا گهيي، نه ڪا ڪلڪل. بجاين جو آرڊر بجلين واري
ڪي، موٽر پاڙي تي ۽ هار پنڊ جا ڏهه ڪڙ خرچي ڳنهبا.
لائوڊ اسپيڪر گهرائي ڪٽي ريڪارڊ وڄائبا. چا جا مڱڻهار،
چا جا شيدي، جي ناچ وجهن. سيڪو آئيس ڪريم ڪائي، چپ
چٽي ٽيندو ڪڙو. باقي رهيو نڪاح سو لاچار ملين ڪي ٻه
ادائي رپيا ڏيڻي ڪٽي، پڙهائبو. مطلب ته خرچ به ٿورو
۽ ڪم پڻ سولائي. نالو به وڏو، واه واه به گهڻي.
بس چانهه پارٽي ڪرڻ ٽي هلندڙ سمي جي شهرين جو
شان آهي.“

پٽي پاسي تي ويچار ڪبو ته ڏسڻ ۾ ايندو ته اهي
آهن پيٽ پرٽي جون پسٽيون. ويچارو ڀهراڙيءَ جو سنڌي
والهو، جو صدائين الڳ اگهاڙو پيٽ بکيو هوندو آهي سو
آخر ڪاج ڪيئن ڪري؟ چا جيڪڏهن هن وٽ پئسو نه
آهي ته مرگهو وهانءُ ٽي نه ڪري ۽ سڄي جمار چڙهو
رهي؟ ڪيتري نه سيائپ آهي هن رسم ۾ ! چوندا آهن ته
”ضرورت ايجاد جي ماءُ آهي.“ ويچارن غريبن اهڙي ته
سولي راهه ڳولي ڪڍي آهي، جنهنڪري سڄي ڪان سڄو به

جيڪڏهن گهري ته هن رسم جي آڙ ۾ پنهنجو ڪاج ڪري سگهي ٿو. جيتري نينڍ گهٽي ڏيندو، اوتري گهور گهٽي ملندس. اها گهور هڪ "قرض حسنه" آهي، جو جنهن کي ملي ٿو، سو واپس ڪرڻ پاڻ تي فرض ٿو ڄاڻي ۽ ڏيندڙ کي سندس ڪاج مهل ٻني ٻه موٽائي ڏئي ٿو. نه ڏيڻ کي نڪ جي مر ٿو سمجهي. اهڙيءَ ريت "ڏيندو سيڪو چنيءَ چڪيءَ، وٺندو سيڪو هڪ ٻي ٻڪيءَ." جيڪڏهن ڌڻي وٽ جو راڄ وڏو هوندو ته خرچ سو برابر وڏو ٿيندس، مگر پوئي جي پيدا به چڱي ٿيندس. ويچاري جو خرچ سڄو نڪري ايندو، جنهن ڪري مومل ساڻي جڏهن پنهنجي پکين موٽندو، تڏهن گهٽ ۾ گهٽ ڪنهن وياج خور جي لهٽي جي جهوري ته سندن خوشيءَ جو مزو ڪونه وڃائيندي؟ مون اڳيئي مٿي چيو آهي ته اهي سڪين واريون ست رڇيون يا ڪورس، جن ۾ سنبوسا، مغز ۽ چاڻين جا پڪوڙا، گلاب جمونءَ جا ٻه چار ليڊوٽان، پتاڻي يا قيمي جون ٽڪيون، سنڌي وچڙ، ٽماٽي ساس يا ڪچونبر، تنهنجا ته ويچارا غريب سنڌي هيراڪ ٿي ڪونه آهن. هنن جي لاءِ ڪڏهن ڪڏهن ٻاگن مان گوشت پت اکين ڏسڻ ٿي وڏي ڀاڳ جي نشاني آهي. هو ڪورمان، جي هو چاشني، جي هو ڪيرٽي، ٻلا هنن غريبن جي ٻڪ ڪيئن ٿي لاهي سگهي! هنن ڪي ته گهرجي ڍوڍ تي ماني، جنهن مان هنن جو پيٽ پلجي. هنن وٽ نڪو آهي لڪنوءَ وارن جو "تڪلف"، نه

ڪا آهي دهلي وارن جي "نزاڪت" جو ٽورو ڪانهي پنهنجي "نازڪ مزاجي" ڏيکاري بن. هي ويچارا ته ڪڏهن ڪڏهن ٽا سٽيو ستايو ڪانهن، سي ڏيو ڪري ته ڪائيندا! ڪارائڻ وارو غريب به هنن کي ڏيو تي ڪائيند و ڏسي گد گد پيو ٿيندو ۽ پيو چوندو ته "پانڙو! لڄ نه ڪريو، ڪائو! ڪائو!" اميرن جو ڪاج ڪونهي جو ٺيڪيدار هر هڪ مزمان کي هٿ ۾ پليٽ آئيس ڪريم ۽ هڪ هڪ ڪيڪ ڏيندو. وڏيڪ گهرج ٿئيس ته گهر وڃي ڪاني. هتي ته پٽ جي ڦيلهي ۾ مٿان ڦيلهي پئي ڦهڪو ڪندي ۽ پانوڙي مٿان پانوڙي جي آڻ آڻ هوندي. گهوڙون گهاپارون سڀ راڄ وارن تي. چار چار آنه ڏنائون ته به لنگهو ۽ حجام ڏاوا. گهوٽيتا ڪٺي مبارڪ جا پچاڙيءَ ۾ پنج ڏه روپيه سامهون ڪندا ته ويچارا منگتا دعائون ڪندا هليا ويندا. نه پڻنڊ جو خرچ، نه وري راڏائي کي روڪڙا پئسا ڏيڻا پون، چار ڪافير، چار گوپا، چار شيدي آيا ته ڏاڍي چير پڌي، يڪتاري ۽ دلي تي راڳ ناچ ڪري آيان جي دل خوش ڪري هليا ويندا.

جيڪڏهن ڪو سچ پچ غور ڪري ته ڏسڻ ۾ ايندو ته سچي خوشي انهن غريبن جي آهي. باقي رڪارڊ ۽ ريڊيا نڪو غريب سمجهن نڪو ڪين انهن مان ڪو رس ئي اچي، ائين برابر آهي ته شاهوڪار زميندار ٽولو وري ڪڏهن ڪڏهن ڇهه ڪان ئي پاهر نڪري ٿو وڃي، پر سچ پچ ته ائين آهي ته اويءَ سويءَ کي ڪارائڻ ۾ سندن دل ٺريو

ٿي پوي جڏھن ڏسن ٿا تہ يار توٽي ويري، فقير فقرو، غريب غربو، ننڍو توٽي وڏو، ويھن کوھن تان ور کري اچي ٿو سنڌن تڏي تي ڪانئي تڏھن ھن ڪان وڏ پڪ سنڌن لاءِ ٻي ڪابہ خوشي ڪانھي. ھو جيئن ٿو گھٽو پيت رڏي، تيئن ٿي ھنجي دل وڌي، ايتري جيھہ تائين جو پانئي تہ ماڻھو تہ ڏھيو پر ڪتا ٻلا، گڏھ گھوڙا بہ ھنجو پيٽ ڪائين. اھو سچ آھي تہ انکي سر جو صدقو ۽ خيرات ٿو سمجھي ۽ ۽ دل وڏي ڪري چوي ٿو تہ خدا جي مخلوق ڪائي ۽ ڪائي. پلي تہ ھنتي چار ڪوڏيون قرض بہ چڙھي وڃي تہ بہ ھو مولا جي نانءَ تي ڪارائڻ ۾ دريا جيڏي دل رکيو ويھي. جيتري آھي سنڌي امير جي وڏي دل تنھنکان پيٽي آھي سنڌي غريب جي دل درياءَ. اڳيئي سنڌيءَ جي مھمان نوازي ملڪان ملڪ ۽ ديسان ديس ڳايل وڃايل آھي جنھنجي اپمار اڳتي ايندي. اھيئي مھلون آھن جن تي رئل يار سرچن، مٽ مائٽ پرچن، ڏک ڏوراپا لھن، ڪڙا مٺا ٿين، ويرورود وڃن، پياس ۽ پريم وڌي ۽ ھڪ ٻئي جا پراڻا وھنوار ڏجن وٺجن. شاھوڪارن ۽ ھنيلن جا سر غريب پائرن اڳتئون جھڪن، پر ارمان آھي جو اھي ڳالھيون ڪٿي ٿيون شھرين ڪي آئڙن! غير سنڌين جون ريتون رسمون بہ اڇرج جھڙيون آھن، پر ليک جي پنھڙي تي پوڻ ڪري اتي ئي پورائو ٿو ڪجي.

**مرڻو** - مئي جي پونئان هزارين رپيا خرچ ڪرڻ تي سندس پويان سرڪ ڪندا آهن. جيڪڏهن ڪنهن ختمون پري وڃائي ڪيو ته چوڻ پر ايندو ته بيشڪ مئي کي اجاريائين؛ نه ته چوندا ته مئي جي مٽي ئي رلائي ڇڏيائين، منجهائس ڪي ڪين وريو. ان پر ڪو به شڪ ڪونهي ته ڪنهن به ڪم پر ڇيهه ڪرڻ يا حد اورانگهڻ ٺيڪ نه آهي. اميرن وانگر قوال وهارڻ ۽ ختمون اهڙو ٺاهي ٺوڪي ڪرڻ جو شاديءَ جون مجلسون به شرمائجي وڃن، اهڙين ڳالهين مان سنڌي ويچارو ڪين ڇاٽي. سنڌي جي نيت مرئي توڙي پرٽي مان رڳو خدا جي نانءَ تي لٽ ڪرائڻ جي هوندي آهي، جنهن مان هو پنهنجو ۽ مئي جو ڇوٽڪارو سمجهندو آهي. هو نڪي گهرائيندو آهي ڳولي ڳولي خوشامدي ملان موراٺان، نڪي ڪن درگاهن جا مجاور ۽ معلم، نه ڪي وڏا پير فقير ۽ شاهوڪار، جي ختمي جي مانيءَ کي واڪاڻين. سنڌي ويچارو وڏن ماڻهن لاءِ ست رڇي ۽ غريبن لاءِ رکي سڪي ڪونه ڪري. هو ته ويچارو گوشت پت ڪري پنهنجي پرائي سڀڪنهن کي هٿ ڏناري ڪارائي ڇڏيندو ۽ الله پاڪ کي عرض ڪندو ته "ڪج خير قبول، صحابي رسول!"

غريب جي لاءِ البته ڏکي ڳالهه آهي ته اڻ هوند تي خيرات ڪري سگهي پر ان لاءِ به سنڌي سياڻن رستا کوڙي ڇڏيا آهن. عذر خواهيءَ تي جيڪي ماڻهو ايندا آهن سي گهٽو ڪري فاتحه جا ٻه يا ٽي روپيا ضرور مئي جي مائٽن کي

ڏيندا آهن ـ اهي"پئسا هو پنهنجي لاءِ رکڻ حرام سمجهندا آهن ۽ خدا ڪارڻ فوتيءَ جي ختمي تي لائي، بکيا ڪارائي ڇڏيندا آهن. هن ريت دل وڻڻ جون ريتيون سنڌين ۾ آل جال آهن، جي ڏيکه سبب هڪ هڪ ڪري لکڻ ڏکي ڳالهه آهي. رڳو هڪڙو مثال "يک مشت، نموني خروار" ڏجي ٿو.

ڳوٺ دولت لغاري تعلقه ميرپورخاص جي هڪ دوست مونسان ڳالهه ڪئي ته اسان پروچن ۾ رواج آهي ته جڏهن ڪنهن به مائي جو مڙس گذاري ويندو آهي ته هر هڪ گهر هنکي وڏو تس اٽي جو، ڪجهه کنڊ ۽ ٻه روپيا روڪ فاتحا جا ڏيندو آهي. انهن ڪرڻ سان مائي وٽ ايترو ته سيڌو ۽ روڪڙ اچي گڏ ٿيندي آهي جو حالي ته سندس ڏک ۾ ئي ڪتر پئجي ويندي آهي. مڙس مرڻ سبب هنجي لاءِ جا سڄي دنيا اونداهي ٿي ويندي آهي، تنهن ۾ هنکي ڪو آس جو ڪرڻو ڏسڻ ۾ ايندو آهي. هيتري همدردي ڏسي مائي ويچاري "انا لله و انا اليه راجعون" چئي مالڪ جي منشا تي راضي رهندي آهي ۽ روز پنهنجي رزاق کان پائيندي آهي. سندس درد ۽ ڏک ئي هلڪا ٿي ويندا آهن. ڪير ٿو چوي ته پوئي جي ريت، يا فاتحا جي رسم خراب آهي؟ البت ڪنهن به ڳالهه ۾ چيهه کان نڪري وڃڻ چڱو ڪم ڪينهي.

ساڳيءَ طرح پيا خير خيرات، عرس ۽ يارهيون اصل ۾

سکيا ماڻهو پنهنجي سال جو صدقو سمجهي ڪندا آهن. غريب ويچارا به ڏوري سان ڏورو، جيڪڏهن شاهوڪارن وانگر ديڳيون نه چاڙهيندا آهن ته ننڍڙو ديڳڙو ئي لاهي وجهندا آهن ۽ ڀاڙي پتيءَ پر چونگي چونگي وراهي دل خوش ڪندا آهن ۽ وڏيءَ دل سان سوالي موالي کي گره ڪارائيندا آهن. جن ڪان خدا جي نالي تي ڏيڻ نه پڄندو آهي، سي لڄ کي ڍڪڻ لاءِ ويهي هنن سڀنئين رسمن، جنجي ڪري ماڻهوءَ جو هٿ سدائين خيرات ۽ صدقي تي هريو پيو هجي، تن کي برو ڀلو چوندا آهن ۽ انهن کي اجايون ريتيون سڏي، پاڻ کي سياڻو ۽ اهڙين رسمن ڪان پڄندڙ سڏائيندا آهن.

**کيڪار** - کيڪار جون ريتيون به سڀ هنڌ نراليون نراليون ۽ الڳ الڳ آهن. سڀڪنهن ڏيهه جا ماڻهو پنهنجي پنهنجي پرکي پين ڪان مڙو ئي سرس سٺو ڀري سمجهندا آهن. هڪ انگريز رڳو "هائو ڊو يو ڊو" کي ئي سٺي پر سٺي کيڪار ڪو ڀانئين. هندستاني مسلمان "خيريت، مزاج شريف يا مزاج اقدس" چوڻ سان پوراڻو ڪو ڪري. هندو ماڻهو وري "راجي پرشن آنند" جهڙي ڪم نپائي ڪو. پر هتي به ويچارو سنڌي کيڪار پنڌي کيڪار پنڌي ڍاپندو ئي ڪينهي. ڏکهي کيڪار ته ان گهٽ ڪري غير سنڌي کلندا آهن ۽ ٺوڪ ڪري "خوش چڱا ڀلا، خوش چڱا ڀلا، کير يت" اهي اکر ورجائي ٺٺول ڪندا آهن. پڻ ڪيترا پڙهيل ۽ شهري سنڌي به ڀهراڙيءَ جي مسلمانن تان ۽ گهٽ ڪري انهي پر به پروچن تان

چرچا ڪندا آهن ته پروچن جي ڪيڪار اهڙي ڏکي آهي جيڏو شيطان جو آنڊو. پلا ”خوش چڱا ڀلا، جوڙ متارا، ڪير پت، مال وٿاڻ، ٻني ٻارو، دين ايمان، ان رزق، جوڙا پيڙا“ ۽ اهڙا ٻيا ڪيڪار جا نمونا اِهڙن سڌرين کي ڪيئن سلو ٿا لڳندا؟ هو صاحب ته اردو ۽ وارن جي اهل ڪري پاڻ کي ”مختصر پسند ۽ تهذيب يافته“ چو نه چوائين! ”لائيي تشريف، مزاج عالي“ کي سنڌي زبان ۾ ترجمو ڪرڻ بنان پاڻ کي چو نه ڪلڻ هاب ڪن! مون ته گهڻن ئي کي چولدو ٻڌو آهي ته ”اچو سائين تشريف آڻيو، مزاج شريف، تشريف رکو وغيره“ هاڻي ڏسڻو آهي ته اهي سڌريلن واري ڪيڪار، ٻهراڙي ۽ وارن جي ڪيڪار کان نيت چا ۾ وڌيڪ موچاري آهي ۽ اڻ پڙهيلن جي پليڪار ۾ نيت کهڙي وڏ آهي جنهن تان هنن سڌريل جوانن کي ڪل ٿي اچي؟ ڪڏهن ان ڏس ۾ ويچار به ڪيو ويو آهي ته نيت متي جي ڦيري سڌريلن کي آهي، ڪين اڻ سڌريلن کي. جيڪڏهن ڪو هندستاني، لکنوي، دهلوي ۽ بريلوي، سنڌي ۽ جي ڪيڪار تان ڪل پوڳ ڪري ته ڏوهه ڪنهنجو؟ ٿلهو ڪو هٿ هٿ ۾ ملائي ”آئيے“ چوي ته ٺيڪ، پر جيڪڏهن ڪو وڏي ۽ سڪ مان پاڪر پائي، ڳري لڳي، حب مان پڇي ته ”ادا تون، تنهنجو اولاد، اوڙو پاڙو، ڍڳا ڍور، سڀ سکيا آسودا ۽ چڱا ڀلا آهيو ۽ تون پنهنجي دين ايمان ۽ نماز روزي سان لڳل

آهين ۽ پنهنجي پالڻهار کان نہ ڊڄيرو تہ ڪونہ ٿيو آهين، تہ ڳالهہ ڪل جهڙي ٿيو پوي! بس رکو سمجهہ جي مار آهي، نہ تہ نياءُ ڪري ڏسو تہ ”الٽا چور ڪوٽوال ڪو ڊانٽي.“ سنڌيءَ جي ڪيڪار ۾ ڪيتري نہ سڪ ۽ پيار جا اکر آيل آهن ۽ هڪ ٻئي ڏانهن نيڪي ۽ دعا جا جملا ڪم آندل آهن! سائين شال ڪا سڌريلن ڪي سمت ڏئي. آمين!

**خبرون چارون** - خبرون چارون تہ هيڪاري رڌ پڪ چٽر جي موڙي آهن. سڌ ريل آڪيندا آهن، تہ اهي چڱيون خبرون چارون تہ جنسي ويل آهن. پلا خبرن ڏيڻ ۾ ڏاڏي آدم کان وٺي ٿا بيهن. ڪرت ڪرڻ ۽ ورهن جون وارداتون ويهيو وستار ڪن. اها ڪليل پوڪپائي نہ آهي تہ پيو ڇا آهي؟ ارسان آهي تہ انهن هتراد و ٿهيل ڏاهن جي ڪوپرين جا الاجي ڪهڙا خانا خالي آهن، جو چڱائي ۽ مٺائي سمجهڻ کان ٻڙ ڪيڏي بيٺا آهن. اڳئين سمي ۽ هن سمي ۾ اپ ۽ ڏرتيءَ جو ويڇو آهي. شهرن ۾ اهو حال آهي جو پاڙيسرين کي پاڙيسريءَ جي پوري ڪل ڪانہ هوندي تہ ڪير آهي ۽ ڪٿي جي بلا آهي. ڪنهن اوطاق ۾ لنگهي ڪنهن جو ڏس اچي پڇبو تہ ابتي سبتي ورندي ڏيئي ڇڏيندا. وات هلندي ڪنهن سلام ورايو تہ منهن ڦيري هليا ويندا. ريل گاڏيءَ ۾ گڏ سفر ڪندڙن سان پنج چار ڪلاڪ لاڳيتو هڪ ٻئي جي پر ۾ ويٺو رهبو، ڪو ڪٿي لهي ويندو ڪو ڪٿي، پر هڪ ٻئي جي خبر نہ رکبي

ته ڪير هو، ڪٿان آيو ۽ ڪيڏانهن ويو. نه وري انجو مهانڊو ئي ياد بيهندو. مسجد ۾ نماز تي چار مومن پائر گڏ ٿيا ته پڻ ٿي پوٽ چار ٽڪر هٽي هليا ويندا. هڪ ٻئي جي سڌ پڻ نه رهندي. مطلب ته ڪير ڪنهنجو مٽ، نه ڪير ڪنهنجو ساٿي ۽ ساٿي. نه چاڻ سڃاڻ وڌي، نه هڪ ٻئي جي ڏک سک جي سار لڌي. سڀڪو پنهنجي پيٽ جي پوڄا ۾ لڳل ۽ ٽانءَ ۾ ٽمڪار ڏيو ڦوڪيو وتندو ڦيريون ڪائيندو. واه تهذيب !!

ٻئي پاسي تي ويچار ڪريو. واٽ ويندو، نه چاڻ نه سڃاڻ ٻهراڙي مان لنگهندو، ته هر هڪ منهن ۾ ملندڙ ڪانئس اوس خبرون چارون وٺندو. جي هونءَ نه، ته به سلام ورايائين ته خبرون چارون مٿس لڳي چڪيون. خبرن مان پتو پوندو ته وانهڙو ڪير آهي، ڪاڏي ٿو وڃي، ڪهڙو ڪم اٿس ۽ ڪنهنجو ڏس ٿو پڇي؛ ماڻهو چڱو آهي يا مٺو آهي، چور آهي يا ساڌ آهي. خبرون چارون وٺندي سندس منهن مهانڊو ۽ پار پتا به اهڙيءَ ريت جانچي وٺندا جو ساري ڄمار ياد رهين. مسافر پليل هجي يا پڳل هجي، پر جيڪڏهن ڪو سندس پيڇو ڪري آيو ته مهينن ڪانپوءِ به خبرون چارون ڏيندڙ وٺندڙ پڌائي سگهندو ته هائو پيلي، فلاڻا پار، فلاڻا مهانڊا، فلاڻا ڪپڙا، فلاڻي مهل، فلاڻو نالو ٿي پڌايائين، هتان ٿي آيو، هيڏانهن ٿي ويو. جيڪڏهين ڪو چاڻ سڃاڻ هوندو ته پوءِ ٻنهي پاسن جون خبرون چارون

اُگهين ۾ گڏجاڻي ڪان وٺي ان ناٽڪ تائين هڪ ٻئي کي اهڙي ريت ڏيندا وٺندا، جو ساري وقت جي ڪارگذاري اچي ويندي. اها سموري خبرن جي ڏي وٺ وڏ ۾ وڏ ڏهه منٽ سو ڪائيندي، مگر جڏهن ته وچڙيل وري پاڻ ۾ نوان پراڻا ٿي ويندا. گهٽ ۾ گهٽ موتکي ته هن ساري قصي ۾ ڪا به وڏ ڏسڻ ۾ ڪانه ٿي اچي. الاجي ڪهڙي ڪِل مسخري ۾ جي ڳالهه آهي جنهن تي سڌ ريل صاحب نهه نهه لائي ٿا ڏين. هي رواج ته پاڻ دانائي ۾ تي ٻڌل آهي. ڪنهن سچڻ جي ڪهاڻي ٻئي جي زباني ٻڌڻ ڪان سندس زباني ٻڌڻ ڪهڙي نه وڻندڙ ڳالهه آهي. خبرون چارون ڪيئن ڏيندا وٺندا آهن، تن جو وستار ڪرڻ منهنجي ڏيان ۾ هتي ضروري ڪو نه آهي. هر ڪو سنڌي شهري توٽي ٻهراڙ ۾ وارو چڱي ۾ پر ڄاڻي ٿو "خبرون" ڇا کي ٿو چئجي ۽ ڪيئن ڏيون وٺيون آهي.

**وندر يا رانديون** - سچ آهي ته هڪ غريب سچو جيڪڏهن ڪندي شيءِ ڪائيندو ته چوڻ ۾ ايندو ته اچڻ ويا اٿس، ولهو پينگيو ۽ سچو ڪنڌل آهي. پر جيڪڏهن ڪو ڏنونت ڪرفتي به واپرائيندو ته آڪڙ ۾ ايندو ته وڏو ماڻهو آهي، وات چتو ٿيو هوندس تنهنڪري چهر ڪاڻ ڪائيندو هوندو. ائين به سچ آهي ته ڪنهن غريب جيڪڏهن ڪني ڪچهري ۾ ڪٿي واڪ ڏنو ته چوڻ ۾ ايندو ته ڪنو ڪاهيٺو آهي، ڪچهري ۾ جي وهڻ جو اچڻ ڪو نه اٿس ۽

ڏکي ٻاهر ڪيندس ته اٿ ڏپ ڪٽي اٿيئي. پر وري جيڪڏهن ڪنهن وڏي ماڻهوءَ، حاڪم، يا امير هٽي هرڪ ڦاڙي وڌو، جنهنجي ڏڪاءَ ڪان ڏرتي به ڏبي وڃي، ته ڪچهريءَ ۾ وٺل هڙني هل هلاچو ڪندا ته "صحت جان، صحت جان! لـک شڪرانا رب جا جو ڳٽس نڪتي ۽ پيٽ هلڪو ٿيو." انهيءَ ڳٽس جي گوڙ ڪان جا هوا ۾ مڳنڌ ٻکوڙي، سا ڪين سرهي پيئي لڳندي! مطلب ته سڪيو ستابو ماڻهو، پتل پائيندو ته به سون ليکبو ۽ جي غريب ڪٽي سون پهريندو ته به پتل ٿي پئبو. ساڳيو حال آهي هن سڌريل سمي جو. جيڪڏهن ڪي رياستن جا نواب ڪجهه ڪشتي باز پالين ۽ دنگل لڳائين ته اها هنن جي "تفريح طبع" آهي. جيڪڏهن ڪي وڏا اٺ جيڏا امير ۽ انگريز، ڪرڪيٽ مئچون ڪرائين ۽ ان لاءِ سندن ٽيمون اسپيشل ٽرينن ۾ سفر ڪن، ولائت ڪان نڪري هتي بهچڻ واسطي لکها رپيا ناس ٿين، ته هر ڪو سڌريل ۽ انگريزي دان، سيزن ٽڪيٽ وٺي سڀ ڪم ڪار ڪپي ڇڙي ڏيئي، مئچ ڏسڻ پنهنجو فرض سمجهي، اتي وڃيو تاڙيون وڄائي ۽ "هيئر هيئر" ڪري. باقي ويچارا غريب جيڪي ڪن، سو عيب ۽ سندن عيب سو هنر!

ويچارو سنڌي سلاخڙو لڳائي، چار ماڻهو ڪٺا ڪري، وندر ڪري، ته ٿيو جٽ ۽ پوڪ: باقي ڪا "باڪسنگ" ٿئي ته اها ٿي ڏاڍ مڙسي. سچ پچ ته ملهه ۾ جيڪا سورهيائي آهي ۽ ان سان گڏ جيڪو هنر ۽ ڪيڏ ٿي ڪپي، تنهنجو هنن شهري ٻاگلن

کي ڪهڙو پتوا جڏهن ماڻهي مڙس، پنهنجو پيلتن پڌرو ڪري ملاکڙي جي ميدان تي نچندا ڪڏندا ڪاهي پون ٿا ۽ سندرا ساهي، جانٺا، وارا، اند ريان، پهريان، ڊاڪون، وچيون ۽ پيا انگ لڙن ٿا، تڏهن سندن هنر تان هڪ ٻه يا چار ڪلدار انعام تيج برابر آهن. ڇا سيزن ٽڪيٽ جا پنجويهه رپيا ڏيئي پارائي بيٽ بال راند ڏسڻ، هنجي بهادريءَ برابر ٿي سگهندي؟ هرگز نه. پر ويچارو سادو سودو سنڌي سيني پارين ڪانيارو آهي. ڏڙهي راند کيڏي، ڪوڏي ڪوڏي رهي، ونجهوڻي ڪري يا ملاکڙو وڙهي، پر ڇٽ جو ڇٽ سڏجي. سنڌين جون رانديون ڪهڙيون نه سدا ملوڪ آهن، جن ۾ نه خرچ نه خروچ ۽ بدني ورزش به گهٽي؛ تنهن هوندي به ويچارو سهمن جو ساريو سنڌي، اجايو پيو گهلجي ۽ ٽيندآڙجي. هيءَ سڌ ريل سمون گهري ٿو ته ڪوئينن هجي ته به کنڊ لڳل (شگر ڪوٽيڊ). قلب ڪافر هجي ته به لباس مومنن وارو هجي. سڀ ڳالهه ۾ رج وارو ڪوڙو ڏيک هجي. پوءِ پلي ته انجي پويان ڊوڙي ڊوڙي برباد ٿجي. سيلي تي نالو بدلائي نمائش رکجي يا انگريزيءَ ۾ ايگزيبيشن چئجيس. جوا هجي پر انکي گولو سڏجي. نانواين جا هٽ هجن پر انهن کي ڪيف يا ريسٽارنٽ چئجي. مداري ساڳيا هجن پر انهن کي سٽجيشن ڪوٺجي. ٺڳ اهيئي پر انهن کي انسٽرالاجر جو نالو ڏجي. ڪيرين جا ماندوا ساڳيا هجن پر انهن کي ميوزڪ گهر ڪوٺجي.

مطلب ته گڏھ سا گهيو، آٿر پيا وجهجن. اهڙي طرح وڏا ماڻهو ڪجهه ڪن ته اهو اڪين تي، پر جي غريب ميلو لڳائين، جتي اٺن، گهوڙن ۽ ڍڳن جو واپار هلي، ۽ هنا، پاڪڙا، ڏڙا، تل، سرواڻ، الياڻ، لغام، جهلون، نتون، چڙا، چڙيون ۽ پيا پهراڙي جي گهرجن پٽاندڙ سامان سڙا وڪجن ته واويلا مچيو وڃي ته چٽ ميڙن ۾ پانهون ٺوڪيو ٿا هان ۽ پئسو ٿا زيان ڪن. ميڙن ملاکڙن ته هٽي جٽن جو گهر ٺي مسيت ڪري ڇڏيو آهي. اهي سڌ ريل سوچين نٿا ته پاڻ ته شهرن ۾ روز رات جو سئنيمائون ڏسن، نمائش جو درشن ڪن ۽ پيا عيش اڏائين، پر هي ويچارا جهنگن جا جهانگي، جنکي هڏن جي پورهئي ڪان پاڻ به وسريو پيو آهي، انهن جيڪڏهن ڪٿي ڪو پارهين مهيني ميلو لڳايو يا ملاکڙو ملهايو ته بس ڏوهي ٿي پيا! منهنجو هرويرو چوڻ ڪونهي ته ڪو سندرا پڌيو وتن ميڙا پيئينندا يا ڇڪلا گهمندا پر هنن کي به آخر سخت پورهئي کانپوءِ ڪنهن نه ڪنهن وندر جي ضرورت ته آهيئي آهي، جنهن لاءِ حڪومت جو ڪم آهي ته ملڪ جي ميڙن ۾ مناسب سڌارو آڻي ۽ ملاکڙن کي ترتيب ڏياري. باقي رڳو وڏون ۽ ويڪون ڪيڻ، تنهن سان نه ڪي وري نه ڪي سري.

**مهمان نوازي**- مزمان ڪارائڻ ته هرهڪ سنڌي شهري خواه پهراڙي واري جو سرڪ آهي. مزمان در

لنگھي آيو ته سنڌي ويچارو پاڻ کي ڀاڳو سمجھندو ۽ ڳري لڳي انهن چوندو ته "شڪر الحمد لله! ادا ڀلي آيا، ڀلي آيا" هنجو ان ڳالهه ۾ پورو پورو ويساهه آهي ته مزمان پنهنجو روز پاڻ سان کڻي ٿو اچي. هنجو ڀاڳو الله تعالىٰ ڀريائين ٿو موڪلي ۽ مزمان پوءِ ٿو اچي، تنهنڪري مزمان کي هيج ۽ ڪوڏ سان ڪلي نه ڪارڻ کي پنهنجي لاءِ بدسوڻي ۽ نياڳ ٿو ڄاڻي. پنهنجي حال سارو مزمان جي چاڪري ڪندو ۽ جيستائين اهو سندس تڏي تي لٿل هوندو تيستائين هنجي سک سلامتيءَ جي اون رکندو، متان مزمان کي انهن چوڻ جو ڪارڻ ٿئي ته مڙس تڏي جو ڪين هو. ماني ڪارائڻ هڪڙي ڳالهه آهي. پر مزمان سان ويهي ريجهه رهاڻ ڪرڻ انکان به وڌيڪ ضروري آهي. سنڌي مزمان به وري چوندو ته "ادا! مانيءَ ڪيو آهي به ڪين هوس. سندس تڏي تي لکهي ويو هوس، کهڙو مان ڏنائين؟ ڪچهري ته ڪري ها!"

مردن کي ڇڏي جيڪڏهن سنڌي زالن کي ڏٺو ويندو ته اهي وري مزمانن ڪارائڻ ۾ مڙس ڪان به گوءِ کڻي وينديون. ڪا به نياڻي سياڻي در لنگھي آئي ته اکيون کڻي وڃائينديون ۽ اها جاءِ ئي لهنديون جتي کڻي وهارينس. اهو ته سلوڪ ٿيو ڄاڻ سڃاڻ وارن سان، پر اوڻتو ماڻهوءَ جو ته ان ڪان به وڌ خيال رکيو ويندو آهي. پنهنجي جي چاڪري ۾ ڪا ڇڪ ٿي به ٿوڃي پر ڌارئين جو ته پاڻ وڌيڪ ڌيان رکيو ويندو آهي، متان ڪا ڳالهه ڪسي ٿي

ٻوي پاڻ لائين رهجي وڃي. وڏن شهرن ۾ البت ماڻهن جا گهر اهڙا نه آهن جن سان اوطاق جو ذڪر لاڳو هجي، انڪري مزمان ٺڪاڻي ڪجهه ڏکيرو آهي، پر تنهن هوندي به ڪن ٿورن ايمان ڄي وڏن ڪانسواءِ باقي سڀئي خوشيءَ سان مزمان کي منهن ڏيندا آهن. پرائي يا پنهنجي اوطاق ۾ سوال تي به مزمان ٺڪاڻي ڪهرن ڪٿان پنهنجي دران حال سارو آئي حاضر ڪندا آهن. ٻهراڙيءَ جي سنڌيءَ جي دل ته خداوند ڪريم ڪا خاص نموني جي جوڙي آهي. مڙس گهر ۾ نه هوندو ته زال به مزمان کي ڙليون، ڪٽولو، پاڻيءَ دلو ۽ ماني موڪلڻ ۾ دير ڪانه وجهندي. پلي ته مهمان هڪ ڏينهن رهي، رات ٽڪي يا مانجهاندو ڪري. مزمان ڪٿي مهلو يا ڪمهلو اچي ته منهن ۾ مر ڪونه وجهندي. آڌيءَ رات به جنڊ پيهي، لولو پچائي حاضر ڪندي. کير ڊڪ، ڏڌ يا لسيءَ لپ، مکڻ جي ڦٽي يا گهه ڪنڊ مطلب ته جيڪي به ميسر هوندو، اهو آڻي حاضر ڪندي. سنڌيءَ جي مهمان نوازيءَ جو مثال سڄي دنيا جي مٽاڇري تي ڪونه ماندو. هڪڙا ته اهڙا به سخي مرد آهن، جنجا اوتارا سدائين پيا ٽا وسن. اوي سوي، ذات پات جي پيد پاڙ ڪان سواءِ بي ڏوڪ هليو اچي. دانگيءَ وت سارو ڏهاڙي چڙهي پيئي هوندي آهي ۽ انهيءَ ڪم لاءِ نجيون مايون رکيل هونديون آهن ته مهمانن جي ٽهل ۾ رڌل رهن. ڪيترا اوتارن وارا پيڙهين ڪان اهو رواج هلا ئيندا

ٽا اچن. جيتوڻيڪ ڪيترن جي حالت اهڙي سٺي به ڪين آهي، مگر هو ڪڏهن به پنهنجي ڪل کي ٽڪو لائڻ نه ڏيندا. گهرن ۾ مهمانن کان سنهن موڙڻ کي نڪ جي مر ٽا چاڻن، تنهنڪري ايرو سيرو تڏو قائم ڪيو اچن. خداوند ڪريم به کين گهاري کان ڏو وجهي. توڪل جا پيڙائي بار آهن. انهيءَ رسم هنن ۾ اهڙي ته هير وجهي ڇڏي آهي، جو جيڪڏهن ڪنهن ڏينهن قضا بهاني ڪو مزمان لڙي نه آيو ته زالون اڻڏڪيون ٿيو پون، جو دانگي خالي پيٺي سڙندي ۽ مرد پڻ مايوس ٿيو پون ته الاجي ڪهڙي ڪمهري ٽي آهي جو مزمان ٺي ڪونه ٿو اچي. سڄو گهر ترسي ترسي وانون پنڌ نهاري، پوءِ پنهنجي ماني کائيندو، سو به مزمانن ري کين ماني مور مزو ڪونه ڏيندي آهي. پاڻ ويچارا گهٽو ڪري گذارو ڏڏ مانيءَ تي ڪن، پر جي گهر ۾ ڪو بيضو، ڪڪڙ يا ڇيلو پيدا ٿيو ته پيا سانڍيندا ته ڪڏهن نه ڪڏهن ڪنهن سڪر مهمان کي خدا آندو ته انجي ڪم ايندو.

پيو ته ڇڏيو پر ٿر ۾ جتي پاڻيءَ جو مسئلو سڀ کان ڏکيو آهي، اتي به ٿري ماڻهو پاڻ ويچارا کارو ۽ ڀاڙو پاڻي پيا پيئندا، پر جيڪڏهن ڪو مٺي پاڻيءَ جو دلو هٿ آين ته اهو ڏيکي ٿاهي رکي ڇڏيندا ته ڪنهن وانهڙو يا مهمان کي پياربو. سنڌ جي هن بي‌مثال مهمان نوازيءَ ڪري اهڙا اکين ڏاريا ماڻهو سنڌ ۾ اچي پورهيو ڪن، هڙيون

وڏين، ڪانڀون ڪن، ڪوئلا ٺاهين، ڪانيون ڪٽن، ٻڌا
ٻارين يا ٻيو ڪم ڪري، پئسا جيڪي ڪمائن سي ڳنڍ ۾
ٻڌن، مگر ماني ٻارهوئي سنڌين جي ٽڏي تي مفت کائين.
ڪيترا ته اهڙا به آهن جي مهنن جا مهنا ڀهراڙين ۾ ڪپڙو
ڪٽي وڃي ويٺي ٺيٺي نفعي سان وڪڻن ۽ ٻيو واپار ڪن،
مگر رات ڏينهن ٺهي جڙي ماني سنڌين جي اوتارن تي
مفت جي کائين. ڪنهن ڳوٺ ۾ جيڪڏهن ڪو اوتارو نه
هوندو ته ڳوٺ جي مسجد ۾ ئي اچي مسافر ترسندا.
ڪو به اجنبي ماڻهو مسجد ۾ لڙي آيو ته ماني ٺهي ٺڪي
ٿانئي کان اڳ ئي اچي ملندس. ڳوٺ وارا پاڻ ڀوءِ کائيندا
پر ڀهريائين مسافر جي مهماني ضرور ڪندا. ڪيترا ماڻهو،
ڳائيندي کان ٻاهر آهن، جنجي گذر جو ڪو به اپاءُ ڪونهي.
فقط هلندا وتن، ٻه ڏهاڙا ڪٿي ۽ چار ڏهاڙا ڪٿي. سخين
جي اوتارن ۾ ٽڪندا ٽڪر کائيندا وتن. اوتارن وارن کي
به خبر آهي ته اهي ماڻهو رول آهن، اتفاقي مهمان ڪونه
آهن پر عادتي مفت خور آهن، پر تڏهن به ٽڏي تي
لنگهي آيا ته منهن مور ڪين گهنجائيندا، پاڻ دل وڏي
ڪري اسي ۽ لولو "حال حبيبان، پيش ٻريان" ڪندا آهن.
ٿـر جي پٽ ۾ تـه اهڙا بـه وقت آيا هوندا، جـڏهن
سخت ڏڪـار پيو هوندو، مـاڻهو مـاڻ چوويهن ڪلاڪن
۾ هڪڙو ويلو ٻاجهريءَ جـي ٻـڙي جـڏڙي رب لاءِ
بـه لاچار هوندا، پـر اهڙي اهنجي ٿاٽي بـه ڪو مهمان
در لنـگهي آيو هوندو تـه ٽڪر ڳيو پنهنجي ٻچن جـي

پيٽ مان بہ ڪوئي سوئي انجي اڇي پورائي ڪئي هوندائون. اهڙن مهلن تي جڏهن مينهن نہ پوڻ ڪري وايون ۽ ٻار سڪي ويا هوندا ۽ منجهن پاڻيءَ جي سٽي بہ ڪاڻ هوندي آهي، تڏهن پاڻي ڪوهن تان آڻيو پوندو آهي. اهڙي ڏاڻي بہ ڪو ونهڙو ڍري آيو هوندو تہ نڪي پاڻي پيارڻ ۾ ڪيپايو هونداڻون ۽ نہ ڪي وات جي سمر. لاءِ ساندارين پري ڏيڻ ۾ ارها ٿيا هوندا. سڪار جي سمي تي پنهنجي مال جو کير بہ پاڻي کان سستو ڪري ڦٽو ڪندا آهن. کير وڪڻڻ کي نپاڳ ڄاڻندا آهن ۽ کير جو پئسو حرام سمجهندا آهن. سڏ تي سڏ ڏيڻ، پنهنجو ڪم سيڙائي وانهڙوءَ کي دڳ لائڻ، گهوڙي پهر پگهر سڪائڻ لاءِ ميل اڌ تان ڪٽ ڪتولو، ونو ۽ گهڙو آڻي حاضر ڪرڻ، ڪنهن اڙيات جي لاءِ ونگار يا چيڙ پيڙي ڪري اهنج دور ڪرڻ، ويچاري سادي دل واري سنڌيءَ سڳوري جو مرڪ آهي. شل نہ ڪنهنجي موٽر، ٻيل گاڏي يا ٻي سواري وات وينڊي ڪٿي ڦاسي پوي، تہ اهيئي ويچارا سپاجهڙا سنڌي ري سڏ يا ري اجوري ڊوڙي اچي همراه ٿيندا. ڪلها ڏيئي ٻيڙائي پار ڪري ايندا.

منهنجي هڪ نئين سنڌيءَ يعني مهاجر دوست مون سان هڪ ڏينهن ڏاڍي عجب مان ڳالهہ ٿي ڪئي

ته "هڪ ڏينهن منهنجو سنڌ جي هڪڙي ننڍڙي ڳوٺ
ڪان گذر ٿيو هو. مونکي اڃ ڏاڍو ماندو ڪيو هو،
تنهنڪري هڪ ڳوٺاڻي سنڌيءَ کي سڏ ڪري پاڻيءَ
سرڪ لاءِ چيم. ويچارو ڊوڙندو ويڪي ساهيءَ پنهنجي
جهڳيءَ ڏانهن ويو ۽ ويرم ۾ مکڻ ماني ۽ لسيءَ لپ
کڻي آيو ۽ مونکي منت ڪرڻ لڳو ته "بس پور مانيءَ
جا واپرايو." مون چيومانس ته "بابا! تون پاڻ غريب آهين،
تو هيڏي تڪليف ڇو ڪئي؟" جنهن تي وراڻيائين ته
"سائين! تون مڙس سڪر ٿو ڏسجين، تو کي ڇڙهو پاڻي
پيارڻ ۽ ٽڪر ٽانپ جي صلاح نه هئان، ته پوءِ حيف
منهنجي جيئڻ کي آهي." پر اهي جملا هن جنهن جذبي
۽ پيار مان چيا، انهن جي اکر اکر ۾ سچائي پري پئي هئي.
هنجي اهڙي ايماني همت ڏسي مون کي ڏندين آڱريون
اچي وييون ۽ سنڌين جي مهمان نوازيءَ جي ڇيهه جو
پتو پئجي ويو. بيشڪ سنڌي پنهنجو مٽ پاڻ
آهن. جهڙي ڪليل ۽ سخي دل هڪ سنڌيءَ کي
خداوند ڪريم بخشي آهي، اهڙي دل مون ڪنهن
به ملڪ يا قوم جي ماڻهن ۾ اڃا تائين نه ڏٺي آهي."

سنڌ ۽ ٿر جي مهمان نوازيءَ جو مٿاڇرو حال
اوريوسين، پر اجا ڪوهستان وارن جي ڳالهه ڪانه
لڌيسين. سنڌ جو ڪوهستان، جتي الله نبي الله لڳو
پيو آهي ۽ ڪوهستاني ويچارا رڳو رب تعاليٰ جي توهه

پيا تڳن، اتي سندن گذران جي وسيلن تي ويچار ڏنو ڪجي ته ٻت ڪي سيءُ وڏيو وڃي. اهڙن ٻرن ۾ ٻه، جيڪڏهن ڪو شڪار جي سانگي يا ٻئي ڪم جي ڪري اوچتو وڃي نڪتو ته هي جابلو ٻڪرار جوان، جيڪڏهن ٻيو ڪي ٻه هٿ نه آئن ته نرو ٻڪر يا ڇيلو ئي ليمائي رڪندا ۽ ٻلهار ٻلهار پيا ڏيندا. جيڪا رب ٻچ ميسر هوندي، اها هيجئون آڻي حاضر ڪندا. هنن جون خدمتون چاڪريون ۽ رس رهاڻيون ئي لڪ ڏيون اهن. رنج جي رهڻي ڪان قرب جو ڪسيروئي ڀلو. ٻريان سندي پيار جو دڪوئي دولت. مطلب ته سنڌين جي مهمان نوازيءَ جو مثال ڪو عرب ۾ ملي ته مڃبو، نه ته دنيا جي ڪنڊ ڪنڊ ڪري ڳولبو، پر سنڌي ويچارو پنهنجو مٽ پاڻ آهي.

**سخن جي سچائي** — اهڙو ته ڪو ٻه ڏيهه ڪونهي جتي جا رهاڪو سڀ چڱا هجن. ڪي چڱا ته ڪي مٺا هر هنڌ ملندا، پر سنڌ ملڪ ۾ گهڻو ڪري ڏسڻ ۾ ايندو ته عام ماڻهن جي زبان سدائين سچي هوندي آهي. ڪوڙ ۽ ڪپٽ کان غريب توڙي شاهوڪار ڪي ڏليئون ٻچان ايندي آهي ۽ قول جي ڪچي ڪي ڪٿي ٻه مان ڪو نه ملي. هڪ گهمري ڪنهن ڪارپت وڃائي ته پوءِ تر جي گهٽي سؤ چوڻون ڪائي، واري ڳالهه اچي بيهندي. سنڌيءَ ۾

عام چوڻي آهي ته " مڙس جي آهي زبان." انجام جو ڪوڙو، انسان ناهي، پر ڪتي جي سمان آهي. سنڌيءَ ماڻهوءَ کان کنهن به ڳالهه ۾ سنهن يا ساک وٺڻ جي ڪهرج نٿي ڪانهي. هن جيڪڏهن پنهنجي خوشيءَ ڳو "مڙساڻو قول" يا "ڏاڙهيءَ قرار" ڏنو ته لوه تي ليڪو پيو، پوءِ هزارين ڪٽي مٿس بار بوجا پون يا پيون هلائون ٿين، پر پنهنجي انجام کان انچ به نه هٽندو. پاڻ ماري به وچن پورو ڪندو. اڄا ڪن سياسي ماڻهن کي انجام کان ڦرڻ ۾ اڄ ڪين اچي؛ باقي عام سنڌي، قول جي ڪچائيءَ کان موت مٺي ڄاڻي ٿو. اڄ به پهراڙي جا ماڻهو وونن ٿاڻي هڪواريءَ کنهن سان هائو ڪري ويا ته پڇر تي چٽ نڪتو، وري پي پرواهه نه ڪندا. ڪي سياسي چڱا مڙس هننکي سيکاريندا آهن ته "سينې کي هائو ڪندا اچو،" مگر هو چوندا آهن ته "مڙس جي زبان هڪڙي." انهي سان ڪڏهن ويچارن غريبن کي ڏک به پوڳڻو پوندو آهي، پر "ڪوڙ جي منهن ۾ ڌوڙ" سمجهي، ڪوڙ ڪرڻ کان نابري واري وهندا آهن.

راجپوٽي ڪمن ۾ به پنهنجي زبان جي پوري عزت رکن. اهڙا هزارين مثال جو سنگن بندن ۾ به جيڪڏهن ڪٿي پارائيءَ وهيءَ ۾ ٿي ڪو وعدو ڪري ويٺا هوندا يا مٿا سڱي چڪا هوندا ته ضرور زبان کي پاڙي ڏيندا. حالتون

ڪيترو به ڦيرو ڪائين يا اٿيل مٽي ماڻهيءَ ۾ وڏي ڇيهي هيٺ اچڻو پوندو هجين، گهٽين جا ڪوٽ ۾ ڏکن جا پهاڙ سندن در تي اچي ڪڙڪندا هجن، پر زبان جو خيال رکي ڪوهه ۾ ڪٿي نپو ڏيندا ۽ سگهيءَ ۾ ڪٿي نهي هٽندا. ماڻهو کين بيوقوف سڏين يا چريو، پر اوک سلامت به سر تي سهي زبان کي سچو ڪندا.

سودي سڙي ۾ به ڪنهن سان زبان ڪيائون ته بس. پين ملڪن ۾ ٿوري ئي نفعي لاءِ لکيل دستاويز به ڦيرائي ڪوڙا ڪيو ڇڏين ۽ ڪورٽن جا منهن وٺيو ڏسن، پر سنڌي ويچارا، سخن جا سچار، چوندا ته "سؤ وڃي، پر ساءُ نه وڃي!" زبان ڏني، سا ڏني. اهائي زبان اس ۾ وهاري، اهائي زبان چانڊوڪي ۾ وهاري. ٿوري ڇيهي لاءِ زبان ڪوڙي ڪري ساک پٽ وڃايون، ان ڪان اهو ڇيهو سؤ دفعا سون آهي. ڪنهن به جنس جي کهڙي به اگهه تي بولي ڪري ويٺا ته پوءِ ڪٿي هڙ ئي هلاڪ ٿي وڃين، ته به بولي پوري ڪري ڏيندا. ڪورٽن ۾ ڏسبو ته جن جون ڪوڙيون شاهديون ڏيڻ ڏنڌو ئي ٻڪو آهي، تن ڪان سواءِ عام سنڌي ويچارن کي وڪيل ڪٿي ڪيترو به ڪوڙ سيکاري، پاڙهي پڪو ڪن، ته به ڪورٽ جو در لنگهڻ سان، ڳالهه اها ڪندا جا نج سچي هوندي. ڪوڙ ڳالهائڻ جي نندي لاڪر ستي پيل ڪانه اٿن، تنهنڪري هنن کي ڪوڙ ته ڳالهائڻ ئي ڪونه اچي. جيڪڏهن ڪنهن ويچاري کي

وڪيلن ڪٺي ڪوڙ تي بنائي بهاريو ته به هو لڪائي وجهندو. ڪيترا لڳا انهن ڏٺو ويو آهي ته پروچ قومن جي ماڻهن ڪي قسم بدران ڪورٽن ۾ رکو ڏاڙهيءَ تي هٿ رکائيندا آهن، جنهنجو مطلب اهو هوندو آهي ته "منهنجي ڏاڙهي، جا منهنجي مرد هئڻ جي ثابتي آهي، ان جو شان چاڙي، سچ چوان ٿو." جيڪڏهن ڪو اهڙو به ڪڏو ماڻهو نڪري پوي جو اڪيلائيءَ ۾ ڪوڙ ڳالهائي ويٺو هجي ته به جڏهن ڪيس چئن چڱن جي اڳيان ڪچهريءَ ۾ کهلي آئيو ته ڪوڙ ڳالهائڻ جي مورهين همت ڪين ٿيندس. سنڌ جو ماڻهو پريءَ ڪچهريءَ ۾ ڪوڙ ڳالهائڻ کي پنهنجي ۽ پنهنجي پوين جي تباهي جو سبب ڄاڻندو آهي.

هونءَ ته سڀ هنڌ ڀلا ماڻهو به پيا آهن. مان اُهرو پرو ڪنهن به ملڪ جي ماڻهن جي گلا ڪانه ٿو ڪرڻ چاهيان پر مون پيٽ ڪري ڏٺي آهي ته سنڌين جي مقابلي ۾ پيا ماڻهو پنهنجي ٿوري نفعي لاءِ ڪيتري به چيهه تائين دغا، دولاب، ڪپت ۽ ڪوڙ ڪندي هٿڪندائي ڪين آهن. سنڌين ويچارن جي سچائيءَ جو فائدو وٺي سندن ڌن ۽ مال ٺڳين مان ڳهي وڏا وڏا سيٺه بنجي پيا آهن. جيتوڻيڪ هو پنهنجن انهن ڪڌن ڪرتوتن کي پنهنجي ڪيڏ ۽ هنر، عقل ۽ دانائي ٿا سمجهن پر سچ پچ ته ڪوڙ جو مثلو ڪوڙ آهي. جا دولت ٺڳيءَ سان گڏ ٿئي ٿي اها وينڌي به ٺڳيءَ سان آهي. دولت ڪنهن سان به نباهه ڪونه

ڪري. سياڻن چيو آهي "دولت" معنيٰ "ٻه لتون" جي دولت سڳوري وچڻ ٽاٽي هڪ چيلهه واري ۽ ٻي ڪنڌ ڏاري هڻي، هلي وېندي آهي.

**راڄوڻي** - سنڌ ۾ جيتري راڄوڻي هلي ٿي، اوتري منهنجي ڏيان ۾ دنيا جي ٻي ڪنهن به ڀاڱي ۾ ڪانه هوندي. ڏوڪڙ پئسي جي ڏيتي ليتي، واپار جي ڏي وٺ، خانگي ڪم ڪار، سڀ گهڻو ڪري راڄوڻي رستي نبيريا وېندا آهن سڀني راڄن جو ڪو نه ڪو پريو مڙس، رئيس، وڏيرو، سردار يا راڄيو ضرور هوندو آهي، جنهن ڪي ليات جي رسم رواج موجب پڳ ٻڌايل هوندي آهي. اهو راڄيو پڳ ٻڌڻ ڪان اڳ ڪٿي البت اهنبڊ هجي پر جڏهن چڱمڙسيءَ جا ڏاڳا مٿس آيا، تڏهن هو "امانت ۾ خيانت" اصل نه ڪندو. جو نه پنهنجو سڳو ڀاءُ يا پٽ ڪٿي هجيس، پر جنهن مهل نبيري تي وېٺو، ان ٽاٽي وڏو ماڻهو يا ننڍو ماڻهو، پنهنجو يا پرائو، سڀ هڪ سمان سمجهي پوءِ جهيڙو چڪائيندو. راڄ وارن جو سندس نبيري ۾ پورو ويساهه هوندو آهي ۽ چوندا آهن ته "پرئي مڙس جي ڪئي حلال آهي." هنجي ڪاتي اسانجو ماس پلي پئي ڪپي ۽ ڪوري. اسانکي سندس فيصلو اکين تي آهي. راڄ جي ايتري ويساهه سبب پريو مڙس ٻه ساڻن ويساهه گهاتي اصل نه ڪندو. ٻنهي پاسن جون ڳالهيون ٻڌي، هنن کي پنهنجو پنهنجو پاسو چڱيءَ طرح ٻڌائڻ جو وجهه ڏئي، پوءِ جيڪو به نبيرو ڪندو، ان کي مڃڻ پئي

ڏريون مراد سمجهنديون. سنڌي و بچارا چوندا آهن ته "ادا! جماعت ۾ ڪرامت آهي. جيڪو راڄوٽي نبيرو نه مڃيندو، اهو ڀرائيندو ٿي ڪين." سنڌ جو مسلمان ته ڇڏيو ۾ هندن جو به پنچاتن وارو دستور اهڙو ته هوندو آهي جو چار پنچ ۽ مکي گڏ ٿي جيڪو به نياءُ ڪندا آهن، ان کان ڪو به ڪنڌ ڪيائي ڪين سگهندو. ڳوٺاڻن جا ۽ يا مڙس ۽ شهرين جون پنچاتون، هڪڙو ترم يا ڦاسيءَ سو ڪونه ڏئي سگهنديون آهن، باقي ڏنڊ يا پيون ڇٽيون يا عقوبتون جيڪي به نبيرينديون آهن، انهن سان هرڪو پڌل رهندو آهي. هندو به چوندا آهن ته "ياٿي پنچن ۾ پرميشور آهي."

سگهن بندن جي ڏي وٺ، قرضين جا قرض، جائدادن جا نبيرا، مطلب ته ڪنهن جو ذرو به ڀلءُ ڪنهن وٽ رهيو ۽ هن ڏيڻ ۾ ڏاءُ ڏنگائي ڪئي ته دانهن راڄ يا پنچات وٽ وينديءَ، جا ڏريون گهرائي نبيرو ڪري ڇڏيندي. چوندا آهن ته "جهڙي نيت تهڙي مراد". نيت هوندي اڻ سچي، تنهنڪري نياءُ به ٿيندو آهي ٺيڪ. ڪورٽن ۾ ۾ گهٽو ڪري ڏنو ويو آهي ته چار سچا ۽ چار ڪوڙا شاهد اچي پيڙا ٿيندا آهن. پوءِ هلندا آهن قاعدا قانون، جن کي ربڙ وانگر ڇڪڻ ڪري، بعضي هڪ جا ٻيا فيصلا ٿي ويندا آهن. هتي ته سڀ راڄ جا ماڻهو هوندا آهن، جن کان ڪابه ڳالهه لڪي ڪانه رهندي آهي. اتفاق سان جيڪڏهن نبيرو ڪٿي ڪجهه گهٽ وڌ به ٿيندو آهي ته به ٻئي ڌريون ٻنان

چپ چورڻ جي مڇي ايند يون آهن، ۽ هڪ ٻئي کي ڪلي
ڪڏي حق حساب ڏيئي، اڳتي جي لاءِ پاڻ ۾ وري به
ڪير ڪنڌ تي رهنديون آهن. ڪورٽن جي نبيرن ڪري،
سرڪار حساب سو ڏوريءَ وٺي ڏيندي آهي، ۽ هنن جون
دليون ڳنڍي ڪونه سگهندي آهي.

سنڌي مسلمانن ۾ پنهنجي ڇڳي مڙس جي مڃتا اهڙي
آهي، جهڙي سچي پچي "اطاعت امير،" جنهنجو سبق اسلام
اسان کي تيرهن سؤ ورهه اڳي سيکاريو آهي. سنڌي ويچارو
وڪيلن جو ماريو، ڪورٽ ۾ ڪوڙ ڳالهائي ايندو ۽ ٻيهر
پرئي مڙس جي اڳيان ڪوڙ ڪرڻ ۾ ٿي لڄ ايندس. جيتوڻيڪ
ماڻهوءَ جسو شيطان ڪمس ٻه-رئين شرط ڪورٽ ۾ چڪي
ويندو آهي، ۽ اتي وهڻ کان پوءِ ڪيترن ڪيسن ۾
ڏريون وري به امين ڪنديون آهن. جي ٻئي ڌريون جدا
جدا ذاتين جون هونديون آهن ته ٻنهي جا ڇڳا مڙس امين
ٿيندا آهن، جي ڳالهه وبهي، ڳالهيون ٻڌي سٺي سنڌيءَ تي
نڪ نبيرو ڪري ڇڏيندا آهن؛ ۽ جيڪڏهن ٻئي ڌريون
هڪ ئي ڪوم مان هونديون آهن ته پوءِ رڳو هڪ سندن
وڏيرو ئي امالت ڪندو آهي.

سنگين بندن ۾ به جڏهن چار ڇڳا وچ ۾ پئي، امين
ڪندا آهن، تڏهن ٻئي ڌريون ڇڳي مڙس کي چونديون
آهن ته اسان پنهنجون نياڻيون توکي ڏنيون. هاڻي اها
تنهنجي شيءِ آهي، جنهن کي وڻئي تنهنکي ڏي. تنهنجي

ڪٿي حلال آهي. اهڙن ڏکين ۽ سنجهيل ڪمن ۾ به چڱا مڙس جيڪي عدل سمجهندا آهن، ائين ڪري گذرندا آهن ۽ سندن نبيرو اڪين تي رکيو ويندو آهي. ويچاري سنڌيءَ ۾ جيڪا چڱن جي مڃتا آهي، انجو مثال دنيا ۾ ڪٿي به ڪونه ملندو. سنڌي ويچارو چوندو آهي، ته "ادا! جيڪي مڙيا سي جڙيا. جيڪا چڱا چون سا مڃجي، پنهنجي هڏ نه هلجي!" ان ڪري سنڌ بن جو گهڻي خرچ ۽ خواريءَ کان به بچاءُ ٿئي ٿو ۽ پاڻ ۾ ميٺ ميلاپ به رهي ٿو. اهڙا هزارين بلڪ لکين اتفاق ٿيا هوندا، جڏهن سنڌي ماڻهن راجوڻي نبيرن موجب پنهنجا خون به بخشي ڇڏيا هوندا. پڇائيندو ڪو اهڙو مثال ته سنڌ کان سواءِ ٻئي هند جا ماڻهو به راجوڻيءَ جا اهڙا ڪوڏيا آهن جهڙا سنڌي؟ بلوچ قوم جا سنڌ ۾ رهي ٿي تن جا لبيرا ڪرڻ ته سرڪار جي طاقت کان ٻي ٻاهر هئا، تنهن ڪري جرڳن جو رواج وڌو ويو، جتي جدا جدا قومن جا سردار گڏ ٿي فيصلا ڪندا آهن. ان کان سواءِ هوند سرڪاري مئجسٽريٽن کي نياءُ ڪرڻ ۾ گهڻي ڏکيائي ڏسڻي پوي.

پيا هند به اسان گهمي ڏٺا آهن، پر ارمان آهي جو سيڪو پنهنجي گهر جو چڱو مڙس پاڻ آهي. ڪير ٿو ڪنهن جي مڃي؟ سيڪو چوي ٿو ته آءٌ سير آهيان. پاءُ ڪو به ڪونه ٿو سڏائي. چوندائي ائين آهن ته پيو وري ماءُ جو پٽ ڪهڙو آهي جو اسان کان مٿي آهي، جو اسان جو نياءُ

ڪندو؟ ڀلا جن ماڻهن جي اهڙا منورتي هوندي ته انهن کي ڪيئن ٿي من جي سانت نصيب ٿئي! پڙهندڙ صاحب ڀلي هن منهنجيءَ نماڻيءَ وينتيءَ کي هيٺئين سان هنڊائي ڏسن ته جيڪي لکيو اٿم اهو سچ آهي يا سنڌي ٿي ڪري رڳو ڦڪو ويهي سنڌين کي واڪاڻيو اٿم.

**ڊهان رڪي-** ڀهلوانيءَ جي ته سنڌيءَ کي ذات مليل آهي. هو چاهيندي ٿي ڇام آهي. ڀاڻ ڪان هيٺي تي ته هٿ ٿي ڪين سچي. جيتوڻيڪ هيٺو مٿس اڳرائي ڪري ڪٽي ڏک جو وار به ڪري، تڏهن به هو اهو ڏک گسائي ويندو، مگر هيٺي کي ٻنهي ڪين ماريندو. ساڳيءَ طرح زال ذات سان به سينو ڪين ساهيندو. ڪڏهن ڪڏهن شهرن جي بازارين ۾، يا ريل گاڏين ۾، يا سئنيما گهرن ۾ شهرن جا اڏنگا واٽيا ڳيرو، ڀهراڙيءَ جي جوڏن جوانن سان ساسهون ٿي پوندا آهن ۽ ٻنهي ڪني زبان ڪم آڻيندا آهن، تڏهن به هو ويچارا سندن وت ست ڏسي ورائي هليا ويندا آهن. سچ پچ ته اهو ڀهلوانيءَ جو ڀهريون گڻ آهي. اهي هلڪڙا شهري ڇوڪر سنگت سات کي وجي چوندا آهن ته ڀهراڙيءَ جي ڄٽ کي جو بازار ۾ دڙڪو ڏنم ته دهلجي ويو. يا ريل گاڏيءَ ۾ ويٺو هوس ته هڪڙو ڄٽ آيو، در ٿي ڪونه ڪوليو مانس ۽ چڙپ جو ڏني مانس ته چرڪ ڪائي هليو ويو. يا ڪيل ۾ جاءِ ڪانه ٿي ملي، تنهنڪري ڳولي هڪ ڀهراڙيءَ واري کي ها ها ڪيم ته اٿي جاءِ ڏنائين.

نہ فقط شهري ڇوڪر، پر ٻين ملڪن جا ماڻهو بہ ٻهراڙيءَ وارن تي پنهنجي ڇمت ڏيکاريندا آهن ۽ چوندا آهن تہ سنڌي مسلمان موچڙي سان سڌو آهي. اسين سنڌيءَ کي دهمان ٻڌون تہ ساه ئي سڪيو وڃيس. اهي سڀ ڳالهيون ڪٿي وسهجن پر ان جو مطلب اهو ٿيو ڇا تہ سنڌي ڪانئر يا گيدي آهي؟ ۽ هن ۾ سنهن ڏيڻ جو رت سٽ اصل آهيئي ڪونہ!

سنڌيءَ ويچاري جي انهيءَ دٻ جو مثال اهڙيءَ طرح آهي، جهڙي نموني ۾ هڪ جهنگرار ٻلو ۽ هڪ شهري ٻلو. اهو تہ سڀڪو ڄاڻيندو تہ جهنگرار ٻلو شهري ٻلي کان سؤ ڀيرا وڏيڪ سورهيہ آهي. جهنگلي ٻلو ڄڻ تہ شينهن جو ٻچو آهي. هن جي اڳتون شهري ٻلا تہ ڇا، پر خود ماڻهوءَ يا ٻين جانورن سان بہ لڙائي ڪائيندو آهي. پر ان هوندي بہ ڏسڻ ۾ ايندو تہ هو شهر جي اندر ڪڏهن بہ پير ڪين پائيندو آهي. ڇو تہ هو ڏسندو آهي تہ شهر مان ماڻهن جو هل پيو اچي، دهل دماما پيا ڪنجن ۽ موٽرن گاڏين جا تو تارا پيا وڄن، انجڻين ۽ ريلن جا دونهان پيا نڪرن، تڏهن هن جي آزاد ۽ اڪيلي جهنگ ۾ ڦرڻ واري عادت، ڪيس اهڙي گيوڙ گبسوڙ ۾ وڃڻ جي موڪل نہ ڪين ڏيندي. هو شهر جي ڪڪ پن کان بہ ڀيو ڪؤ ڪندو. ٻي پاسي ڏسبو تہ شهري ٻلو جو رڳو "هش هش" تي ئي "مياؤ مياؤ" ڪري وٺي ڀڄي، سو ماڻهن جي البوه وچان سندن

هتن مان شيون ڪسي پڄي وينديون آهي. پر ان جو مطلب
اهو مور ناهي ته ڪو شهري پلو وڏيڪ بهادر ٿي پيو.
اهو ته آهي ڪنهن به ماڻهوءَ يا ساهواري تي آسپاس جو اثر.
اها ته آهي حرفت ۽ هنر، جو هميشه زور تي غالب پئجي
ويندو آهي، باقي بهادري ته بنه ٻي شيءِ آهي.

سنڌي ويچارو سياويڪ سڪر ماڻهو آهي. ڦڏي مان ته
جاني ڪبن، سو چاهيندو آهي ته ڪنهن ڪميني سان ته شل
پاسو ئي نه لڳي. هنجو سدائين اهو متو هوندو آهي ته گند
گند سان ڪونه ڌوپندو. جيڪڏهن ڪتو ننگ ۾ چڪ پائيندو
ته انجي بدلي وٺڻ لاءِ ڪتي کي ننگ ۾ چڪ ڪونه پائيندو.
ڪنهن وٽ ڏنو يا گار وات مان ڪڍي ته اها گار، گار
سان ڪونه پاڙيندو. ڪمينن جو ڪم آهي گاريون بکڻ،
پر جي ورنديءَ ۾ پاڻ به گار ڏني ته ڪميني ۽ اشراف جو
سنڌو سيڙو ئي ڪونه رهيو. سنڌي ويچاري ۾ سهڻ جي
شڪتي گهٽي آهي. ڪنهن ڳالهه کي درگذر ڪرڻ سدائين
سندس سڀاءَ ۾ سمايل آهي. هو چوندو آهي ته ڪير جهيڙا
ڪري، پوليس ۽ ڪورٽن ۾ گهلجي ۽ پنهنجا ڪم ڪار سيڙائي
خراب خوار ٿئي. چار چڱا چار مٺا ٻڌن ته فلاڻي کي مار
ملي يا گاريون مليون. ان ڪان ته هن کي اهو چڱو لڳندو
آهي ته اشراف جي پڳ لٿي ته هيڏانهن هوڏانهن نهاري
ڪٿي مٽي ۾ وجهي هليو وڃبو. پوليس ۽ ڪورٽن ۾ وري
جيڪو نياءُ پيو ٿئي، سو به ڪنهن ڪان ڳجهو ڪونهي -

سنڌي و بچاري ۾ نہ آهي اهڙي ڳالهائڻ جي چالاڪي، نہ اچيس ڪوڙ ٻڌوڙ يا ور وڪڙ سان ڳالهہ ڪرڻ جي انڪل. مرڳو "چور چٽو وڃي، پاڳيو ڦاٻو" وارو ڪم ٿيڻ جي ڊپ کان، ماڻڙي ڪري پٽ ورائي هليو ويندو آهي. شهري ماڻهو آزمائش ڪري ڪڏهن سنڌيءَ سان هٿ اٽڪائي ميدان تي هوڪاري ڏسي تہ سنڌيءَ جي پهلوانيءَ جو پتو پئجي وينديس. هڪ سنڌي جيڪڏهن کهاڙي ڪڍي پڙ ڪڍي بيٺو تہ سامهون ٿيندڙ جون گوڏيون يا ڪالڇون ڪئي بہ ڪونہ ڏينديون.

پري ڳالهہ ڪانهي، حرن جي هلچل ۾ سرڪار جي هيڏي ساري فوجي انتظام ۾ ڪروڙها رپيا جي خرچ هوندي بہ سنڌي حرن سرڪار کي ڪيتري قدر پريشان ڪري وڌو هو؟ بلوچ قومن جي بهادري ڪنهن کان ڳجهي آهي؟ مهاڀاري لڙائيءَ ۾ بلوچن جي رجمينٽ سڀني کان اول نمبر بهادر هئي. سنڌ جا رڳو معمولي ڌاڙيل بہ سرڪار بهادر سان جنگ جوٽيو بيهو رهندا آهن. منهنجي لکڻ جو اهو مطلب ڪونهي تہ ڌاڙا، ڦريون ۾ لٽ مار ڪرڻ ئي بهادريءَ جو لالو آهي، پر ان ۾ تہ شڪ ڪونهي تہ اهي ڪم سواءِ سورهيائيءَ جي ٿي ڪين سگهندا. سنڌي ماڻهو فوج ۾ نہ گهڙندو آهي يا گهر ڇڏي سفر تي ڪونہ ويندو آهي، سو انهي ڪري نہ تہ ڳيدي يا ڊڄڻون آهي پر سبب رڳو اهو آهي تہ هن کي پنهنجي ملڪ ۾ روزگار جام

آهي ۽ رزق جي ڪا به تنگي ڪانه آهي. سنڌ جا ماڻهو اڪثر ڪري سکيا ستابا ۽ آسودا آهن جنهن ڪري هو پرديس ۾ رهي نوڪريون ڪرڻ پسند ڪين ڪندا آهن.

هن وقت پنهنجي حڪومت آهي، جيڪڏهن سنڌي پهلوانن ۾ "جهاد جي تبليغ" ڪري، انهيءَ جذبي سان ڪين فوج ۾ ڀرتي ڪيو وڃي ته مون کي انهيءَ ڳالهه ۾ ايمان آهي ته هڪ هڪ سنڌي پهلوان جيڪر گهٽ ۾ گهٽ ڏهن سپاهين جو ڪم ڏئي. ارمان آهي ته نه سنڌ جا ابا ڏاڏا هن پاسي ڌيان ڏين ۽ نه حڪومت ئي ٿي سنڌين کي همٿائي.

**ڏيتي ليتي ۽ امانت** - وري سنڌي سڀاجهڙي، جيڪڏهن ڪنهن کان ڪا اوڌر ڪنئي يا ڪنهن کي اوڌر ڏني ته اها اون ڪانه رهنديس ته منهنجي ڪٿت ڪا پڏي ويندي. اوير ڪي سوير، پر پئسا ڪوڏي ڪوڏيءَ تي حساب ڪري ڏنا ورتا ويندا. سنڌين ۾ ساک پت ايتري قدر ته آهي، جو ڪٿت مهل لکپڙه ئي ڪانه ڪن. جيتوڻيڪ شرعي حڪمن موجب ائين جڳائي ڪين ٿو، پر ايمانداريءَ جي هير منجهن ايتري ته پڪي ويئي آهي جو ڪوبه ڪنهن ۾ بڇڙو گمان ڪونه نيندو آهي. جيڪڏهن ڪو ڪٿي رسيد رکڻ جي ڳالهه ڪندو ته ڀهريائين ته خود اوڌر ڏيندڙ کي ئي رسيد وٺڻ ۾ لڄ پيئي ٿيندي آهي ۽ اوڌر وٺندڙ کي چوندو آهي ته "ادا! رسيد جي ڳالهه ڪري مونکي

ڏکو نه ڪر. رسيد اچي ڏوئي ڪونه پيئندس. مرڳو مونکي
سانڍڻ تات پوندي. مون ته تو سان وڙ ڪيو آهي. منهنجي
ڪا تو ۾ لالچ ڪانه آهي، نه ڪو توکان وياج ٿو وٺان
جو رسيد لکايان. چڱائيءَ جو بدلو برائي ڪونه ٿيندو
آهي. منهنجي امانت اميد ته مونکي اوير سوير اچي موٽي
ملندي. ٻر جي تون ڪائي وٺين ته ليت تنهنجي. منهنجي
نيت چڱي آهي تنهن ڪري منهنجا ڏوڪڙ ڏينهن قيامت جي
به ڪونه ويندا." اوڌر وٺندڙ به وري چوندو ته "ادا!
ٻي وڙو اچي به ڪين آهيان. تو جو مونسان ننگ ڪيو آهي
۽ ڏکيءَ مهل ڪم آيو آهين، سو خدا ڪندو ته تنهنجي
پائي به ميري ڪانه ٿيندي. اکيون خدا مونکي به ڏنيون
آهن. جن ٻن هٿن سان اڄ ڳالهائي توکان اوڌر وٺي ٿو
وڃان، انهن ئي هٿن سان جيءَ جيءَ ڪري تنهنجي امانت
پا سلامت پهچائي ويندس". بس اها آهي هنن جي لکپڙه ۽
۽ اهي آهن انهن جون رسيدون. سواءِ ڪن ٿورن مثالن جي
انهيءَ زبانيءَ ڏيتيءَ ليتيءَ ۾ ڪڏهن به پيائي ڪانه ٿيندي.
ڏيندڙ کان وڌيڪ وٺندڙ اوڌر موٽائڻ لاءِ ماندو هوندو
آهي ۽ ائين پيو چوندو آهي ته اڄ ٿي سگهي ته سڀان وچ
نه وجهان. ٻهراڙيءَ جا ماڻهو ڇا ڄاڻن بندبن مان، ڇا
دستاويزن مان. سنڌين جا ننڍا لنڊا معاملا ته ساک پت
تي ئي نبرندا آهن.

سنڌ جا هندو وڻجائت ۽ ڪراڙ به مارواڙين وانگر ٺي وياج وٺن ۾ ہرڪ آهن ۽ پئسي تي ساه ڇڏيندا آهن، ہر ڏيتيءَ ليتيءَ ۾ اهي به سدا سچار آهن. حساب ڪتاب ۾ ڪنهن ڪي پائي ڇڏيندا ۽ نه ڪنهن جي ڪوڏي ڪائي ويندا. ڪنهن وٽن ڪا ڌراوت رکي ته ڪڏهن به ڪائي نه ويندا، ڌراوت رکندڙ مري ويو ته ان جو اولاد به پري ڏيندو. مسلمانن جي ويساه جي ته اها حد آهي جو هزارن جا هزار روپيا ۽ زر زيور ڪٺي اچي وڏن شهرن ۾ هندو يا مسلمان سيٺن وٽ ہنا لکپڙه جي رکڻ ساک پٽ تي امانت ڇڏي ويندا آهن، جو ته گهوٽن ۾ روڪڙ يا زيور رکڻ البته جوکائتو ڪم آهي. سنڌي مسلمان ويچارا ته وياج وٺي مان اصل ڪين چاهن ۽ نه ڪي جهالت سببان ہئنڪن سان ڏي وٽ ڪري چاڙن، تنهنڪري هندو يا مسلمان شاهوڪارن وٽ پنهنجي سڄي موڙي امانت رکيو هليا وڃن. انهن جي دل ڪي لوڏو ئي ڪونہ اچي تہ ڪو اسان جي پائي به ميري ٿيندي. سچ پچ ته جيڪڏهن ہهراڙيءَ وارن جو اهو ويساه آهي ته وري شهر وارا به اهوائي ڪار پٽ وارا امين مڙس آهن.

هيئيون مثال جيتوڻيڪ البته ڪل جهڙو آهي، ہر آهي هڪ حقيقت. جيڪب آباد جي طرف بلوچ قوم تي ته واٽين جو اهڙو ويساه هوندو هو جو اوڏر ڪٽث مهل، انهن کان زر زيور به گرويءَ ۾ ڪين وٺندا هئا، انهن کي چوندا

هيئا ته اسان کان هزار يا پنج هزار اوڌر ڪٿو. زيور اوهان جا اسان کي گروي ۾ نه کپن. اسان کي رکو پنهنجي ڏاڙهيءَ جو هڪ وار گرويءَ ۾ ڏئي وڃو. بس ڏاڙهيءَ کان وڌيڪ ٻئي وٽ ٻي قيمتي شيءِ ڪانهي. پڙهندڙن کي پت ئي ڪانه اينديءَ ته پروچ پاڻ گذاري ويو ته سنڌس پٽ، پوٽا ۽ پڙ پوٽا به پنهنجي وڏي جي ڏاڙهي جيستائين گرويءَ مان نه ڇڏائيندا، تيستائين هن کي پنهنجو جيئڻ ئي وهه پيو لڳندو! هر ڪو دوست دشمن پيو منجهائن لاهيندو آهي ۽ چوندو اٿن ته پهريائين پيءَ يا ڏاڏي جو قرض ڏيئي ته ڪيس آجو ڪريو!

سنڌيءَ وٽ ڪنهن امانت رکي ته پلي سؤ سال به گذري وڃن، امانت کي هٿ به ڪين لائيندو ۽ موٽائڻ ۾ دير نه ڪندو. سنڌي ويچارو چوندو آهي ته ”ادا! امانت جو بار آسمان به کڻي ڪين سگهندو ۽ امانت کي زمين به ڪين ڳهندي آهي. خدا ڏاڍو آهي، امانت ۾ جيڪو خيانت ڪندو ان جا ٻئي جهان ڪارا آهن. اهو ماڻهو ماني مانيءَ تي رکي ڪين کائيندو جو ٻئي جي امانت هڙپ ڪندو. سنڌ جي پيٽ ۾ ٻين ملڪن جا ماڻهو به اسان کي سڄڻ پيا، جتي رک نپڙ ته نهي ئي ڪونه. شل نه ڪو پلجي به ڪنهن وٽ سو پنجاهه روپيه يا ڪو ٿورو گهڻو سامان سڙو امانت طور ڇڏي وڃي. اميد اها آهي ته موني گهرڻ تي ڪيس سڄائندا به ڪونه، ته ڪهڙيءَ ڪنڊ جو آهي.

البتہ ھنج ني آگريون برابر ڪين آھن. سيئي ماڻھو ھڪ جھڙا ڪوڙ آھن. ھن ملڪن ۾ بہ گھڻائي شريف انسان پيا آھن ۽ ڪک ھيٺان لڪ لڪو پيو آھي، ۾ آزمودي مان ڏسڻ ۾ اچي ٿو تہ عام طرح ماڻھو اھڙائي خيانتي ڏسبا. ان جي مقابلي ۾ سنڌ ملڪ جا ماڻھو وري ٿورا ڪي ٺڳ ھوندا، باقي سڀ سچار ۽ امين مڙس نظر ايندا.

**غيرت**- سنڌ جي وڏن شھرن کي تہ ڇھيو، ۾ ننڍن ننڍن شھرن کي بہ گھڻن بدپيشي ماڻھن اچي وسايو آھي ۽ اھڙا سوين ڪٽنب آھن جن جو گذران رڳو ڪسب يعني ڪني پيشي تي آھي. ھندو قومن ۾ چاڪري، جي پاڻ کي ماڙيچا سڏائيندا آھن، مڇليون، ڪبوتريون ۽ پيون گھٽ ذات قومون بدڪاريءَ کي پنھنجو ڌنڌو ڪري ڇڪيون آھن. مسلمانن ۾ بہ ڪيتريون گھٽ ذات بدپيشہ قومون سڀي سنڌ جي چڪلن ۾ پکڙيون پيون آھن، جي زنا جا اڏا وسايو، قوم جي نوجوانن کي ڦاسايو، انھن جا لڇڻ بگيڙيو وجھيون آھن، مگر ڏسڻ ۾ ايندو تہ انھن بدپيشہ عورتن ۾ سنڌي عورتون تمام ورلي نظر اينديون.

ڪراچيءَ جي شھر ۾ چڪلن جي قانوني طرح بند ھئڻ سبب ڪيترا بدپيشہ عنصر شريفن جي محلن ۾ آباد ٿي ويا آھن، جن وڏو خلل پيدا ڪري وڌو آھي، جنھن باري ۾ اخبارن ۾ نئين سج ليون خبرون پڙھندي سنھنجي دل جلي

ٿي ۽ اکين مان رت جا ڳوڙها ٿا ڳڙن، پر بقول حافظ شيرازي عليہ :-

"نهان کہ مانند آن راز کز و سازند محفلها"

پاڪدامني ۽ غيرتمنديءَ جي نقطہ نگاه کان بہ سنڌي ويچارو کھڙو نہ نيڪ آهي. ٻک پيو مرندو، رات ڏينهن پورهئي ۾ پيو ڳرندو ۽ جهرندو، مگر چوندو ائين تہ "پلي ٻک پرم جي، شال ۾ وجي شان!" انگ اگهاڙو پيٽ ٻکيو، چپر جي ڇانو ڪريو ويٺو هوندو، مگر پين جون ست رڇيون ڏسي، ريشم ۽ مخمل ڀسي، ماڙيون ۽ محل نهاري، هن جي دل هرگز ڪين هرکندي. هن جي دل اهڙين سڌن کان بلڪل بي نياز هوندي آهي. هن لاءِ پنهنجي سادي سودي ۾ سيل واري زال ۽ اڌ اگهاڙا ٻچڙا ئي سڄي ڪائنات هوندا آهن. مجال آهي ڪنهن کي جو هن جي ٻچن ڏي اک کڻي نهاري يا بري نيت سان لوڙهو لتاڙي! هڪ ئي ڪهاڙيءَ جي ڌڪ سان آندا ڪڍي ڪٽن کي ڪارائيندس.

سنڌين جون زالون وري ويچاريون کهڙيون نہ سهڻن لڇڻن واريون آهن! رات ڏينهن رونبا ڪنديون، لاپارا وجهنديون، ڳڌون ڪڍنديون، ڪانيون ڦوڙينديون، پنهنجي ور سان ڪلهو ڪلهي ۾ ڏيئي ڏکن جو پورهيو ڪنديون، پر ڪڏهن بہ پرايون ماڙيون ڏسي پنهنجو پنگو ڪين ڊاهينديون. پين جا اطلس ۽ ريشم ڏسي پنهنجون چنيون ءُ ڳہ ڪہ:

ڪوار پندبون. بادشاهن جون بادشاهيون به سندن نگاهن ۾ تيج سمان آهن. سهڻي شاهه پنهنجي سنڌي عورت مارئي جي ستر ۽ سيل ست ڪي ڳايو آهي، ۽ اهڙيون مارويون ته سنڌ جي گهر گهر ۾ هيئنر به موجود آهن. خدا ڪي ڄاڻ آهي ته انهن ستين ساري عمر ڏک ڏوجهڙا ڪاٽي پنهنجي سونهن ۽ سوڀيائي وڃائي ڇڏي آهي. ڪيترن ئي اميرن ۽ حاڪمن، حيلا هلايا هوندا، مگر انهن ڏي اک ڪٽي به ڪين ڏنو هونداٿون ته کهڙيءَ لوڏ جا ڪتا آهن. جهنگ جون جهانگياڻيون، ويچاريون لانڍين ۾ لاڏ ڪندڙ، ڇا ڄاڻن ماڙين ۽ محلن سان! اتي ته سندن ساهه ۾ سوڙهه ٿيو پوي. اتفاقي ڪمن سان شهر ۾ اچن ته شهر جا هٽ بازاريون، گليون ڪوچا ڪين ڪاڻي پيا ايندا آهن. الله تعاليٰ سنڌياڻين کي ڪهڙي نه ستر جي ذات ڏني آهي! سچ پچ ته دنيا جو ڪو به ملڪ لڄ ۽ حيا ۾ هنن جو مٽ ٿي نه ٿو سگهي.

شهرن جون سنڌي زالون پڻ، پري ته ٺهيو، رڳو هڪ گهر ڪان ٻئي گهر تائين به بنا پردي ڪين وڃن. سنڌي ماڻهو پنهنجي معصوم نياڻيءَ کي به ٻاهر گهٽيءَ ۾ ضروري حاجت لاءِ وڃڻ نه ڏيندا آهن. هٽ تان سودو خريد ڪرڻ، پر اگهاڙا ڪري هلڻ، سنڌي عورتن لاءِ عيب آهي. پنهنجي ورن جي لڄ جيڪا سنڌي زالون رکن ٿيون يا سندن مجتا ۾ رهن ٿيون، تنهن جو مثال ملڻ ناممڪن ناهي ته

محال ضرور آهي. پنهنجي مردن جون ته سدائين پانهيون ۽ گوليون چوائيندي فخر ڪنديون آهن. پنهنجي سڄي عمر پنهن جيءَ خاوند لاءِ وقف سمجهنديون آهن ۽ خدا کان دعا گهرنديون آهن ته شال ورن جي هٿن ۾ سرهيون ٿيون، جي ڪلهي ڪانڌي ٿي لٽون ڏيئي پوري اچنئون. مڙس جي حياتيءَ ۾ مرڻ کي سهاڳ سمجهنديون آهن. مڙس خوش هوندن ته پاڻ به خوش. جي مڙس اگهو ته پاڻ به اگهيون ۽ ڏکويل. مرد جي پائيءَ پائيءَ تي پهرو ڏين ۽ سندس ننهن کان وٺي چوٽيءَ تائين خيرخواهي گهرلين. پاڻ ساديون سوديون رهي، پنهنجن مردن کي سينگاربنديون رهنديون آهن. سندن خوشي رڳو ور جي راضپي ۾ هوندي آهي. مرد ويچاري کي ته سڌ به ڪانه هوندي آهي ته زال گهر ڪيئن پيئي هلائي، سندن سگهڙ زالون گهر جو سمورو ڪم هاج پورو رکيو اچن. ور پورهئي تان موٽيو ته هنجي ماني ٽڪي ٺاهي جوڙي تيار رکيو ويٺيون اون ۽ اوسيڙو ڪنديون، جيستائين مڙس نه اچي کائيندو تيستائين ڪين گره به ڪين اکلندو. جي مڙس ٽڪل هوندو ته هنکي چار زور ڏينديون ۽ ننڊ ڪرائي پوءِ پاڻ سمهنديون. مطلب ته سچيون پچيون گهر ڌ ياڻيون جن کي چئجي، سي سنڌي عورتون ئي آهن. سنڌي ڇوڪرين جا مائٽ به پنهنجي نياڻين کي ننڍي لاڪر اهائي لولي ڏيندا ته ”بابا! ڏيڌرون ڪا پيڙهي

ڪونہ آهن. اهي وسائيندڙيون آهن پراوا گهر. پياري ڌيءَ جڏهن ساهري گهر وڃين تہ پيڪا وساري ڇڏجانءِ ڪج. انهن سمجهجانءِ تہ جڻ اسان وٽ جائي ڪانہ هئينءَ. سس ۽ سهري کي ابو امان سمجهجانءِ، نڻانن سان نمي گذارج. مڙس تنهنجو ڇٽ آهي، تنهنجي خدمت چاڪري ڪج ۽ ڇنوان ٿي رهج. مڙس جو رنج ڪنيئي تہ خدا رسول کي ناراض ڪيئي. پوڙ ڇوي تہ جيءَ ڇڏجانس. پنهنجي لاءِ ساهراڻو گهر دوزخ بڻائيندينءَ تہ بہ تون، جي بهشت بڻائيندينءِ تہ بہ تون. ستي سلڇڻي ٿي رهج جيئن اوڙي پاڙي جون زالون تو کي چنبيه لڪٽي مڏين. ڏسج متان پاڙي جا ماڻهو تنهنجي گلا ڪن. پاڙو ابو امان آهي، سڀڪنهن سان مٺي زبان سان ڳالهائج. جيڪڏهن تو پنهنجا لڇڻ وڃايا تہ اسان مان تنهنجو ڪو بہ تلاهي ڪونہ ٿيندو. ساهہ الله سائين جو اَٿئي، باقي هڏ ماس ۽ رت تنهنجي مرد جو آهي. وڻيس تہ کڻي ڇڏئي. ڏسج متان پنهنجي ڇٽيندن کي لڄائين ۽ ماءُ پيءُ جو ننگ ناموس وڃائين. سادي ٿي گذارج، جو سادگيءَ کان مٺي زال جو ڪو بہ زيور ڪونہ آهي." اها آهي مختصر تعليم جا سنڌي ماءُ پيءُ پنهنجي نياڻيءَ کي شاديءَ کان اڳ ئي ڏيندا رهندا آهن. شاديءَ کان پوءِ تہ رڳو پنهنجي نياڻيءَ جي در تي وڃي مهمان ٿيڻ کي بہ مهٽو سمجهندا آهن. ڌيءَ کي سدائين پنهنجي حال سارو پيار ڏيندا آهن ۽ هنڪان ڪجهہ بہ وٺڻ کي نڪ جي مر سمجهندا آهن. سنڌي ماڻهن

جي غيرت ۽ حيا هن مان ٺي چمڪندڙ چنڊ وانگر سهائو آهي.
اهڙا مثال هر هنڌ ملڻ محال آهن.

ٻئي پاسي وري اهڙا به ڪي بد ذات ماڻهو آهن جي نڪاح جي عين ٽائي تي اول روڪڙ ۽ ملڪيت جو دستاويز آڻي گهوٽ اڳيان رکندا، ته "صحيح ڪر!" هو ويچارو لوڪ لڄا کان لاچار ڪٿي صحيح ڪندو. مائي ڀناري کي مائٽن کان ٺي سبق مليل هوندو ته "ڀرپائين ته سوچڙو ڪٽج سس ۽ سهري تي. پوءِ پادر الارج مڙس کي. ڏسج متان مڙي آهين! پاڻ پلي ته پير اگهاڙا ڪري، ماءُ پيءُ پلي پيا عذاب سهنس، پر ڏسج جيئن سموري ڪمائي تنهنجي اڳيان آڻي رکي. چوڙ ماڻ پر پوئتي نه هٽجانءِ. مڙس قرضي ٿي وڃي ته سندس مرضي. ڏسج متان مائٽ وساري ڇڏين. اسان تو کي تاتيو نپايو آهي ۽ ڏک سور پنيا آهن. اسانجو به تو تي حق آهي، تنهن ڪري اسان جي به سار سنيال لهندي رهج. جيڪڏهن ڏسين ته مڙس ان ڳالهه پر ارهو ٿو ٿئي ته گهر ٺي دوزخ ڪري ڏجانس. پاڙي اوڙي جي ڪنهن ڏائڻ جي ڪاڻ نه ڪيج. اها ڇائي ڪانهي جا اچي توکي واعظ ڪري سڀ ڪنهن کي موچڙو سامهون ڪج." اهي ته ملندس شاديءَ کان اڳ جون هدايتون. شاديءَ کان پوءِ روز جو جهيڙو ۽ رسامون، مائٽن پر هليو وڃڻ ۽ گاريون گند ڪيڻ، ڪڏهن ڪڏهن ته مڙس کي انهيءَ منزل تي پهچائيندا آهن جو ڪيس نيٺ سول ڪورٽ پر جوابدار ٿي اچڻو پوندو

آهي. جتي زال ڪليو ڪلايو هلي چوندي ته "مڙس مونکي ماري ڏو تنهنڪري ونس ڪين ويندس. مونکي دستاويز موجب حق مهر جي هيتري ملڪيت ملڻ گهرجي"

سنڌ ۾ جيڪي به رهيا آهن، تن کي چڱيءَ طرح خبر آهي ته ڪورٽن جا دفتر هن ڳالهه جا شاهد آهن ته سنڌي مسلمانن ۾ اڪثر خونريزي فقط غيرتمنديءَ جي ڪري ٿي ٿيندي آهي. هڪڙو غيرتمند سنڌي پنهنجو سڄو ڪٽنب ختم ڪري ڇڏيندو ۽ پاڻ گهري وڃي ڦاسي ويندو پر پنهنجي گهر ۾ غير جو پير سهي ڪين سگهندو. بلوچ قومن ۾ ته ان ڪري "ڪاري ڪاريءَ" جو مسئلو پيدا ٿيل آهي، جو دنيا جي ٻئي ڪنهن به ملڪ يا قوم ۾ نه هوندو. غيرت منديءَ جي ڪري جيڪڏهن هن پنهنجي زال، ڌيءَ يا ننهن کي قتل ڪري ڇڏيو ۽ ان سان گڏ زانيءَ جو به بدڪاريءَ جي حالت ۾ سر قلم ڪري ڇڏيو ته هن کي ڦاسي معاف آهي. رڳو ڪيس هلڪي جيل جي سزا ايندي آهي، ان ڪري هو زاني ۽ زانيه، جنهن کي ڪارو ۽ ڪاري چوندا آهن، تن ٻنهي کي قتل ڪري، سڌو سنئون اچي پوليس ۾ رپورٽ ڪندو آهي ۽ پاڻ کي سرڪار جي حوالي ڪندو آهي. "ڪارو ۽ ڪاري" ثابت ڪرڻ تي ڪيس فقط جيل جي سزا ڏيڻ ۾ ايندي آهي. خداوند ڪريم کي سوال آهي ته سنڌين کي هدايت به بخشي ۽ غيرتمنديءَ ۾ وڌيڪ محڪم به رکي.

**دينداري** - سنڌ جي شھرن خواہ ٻھراڙين ۾ مونکي اھڙو گھر ڪو نہ ڏٺو سجھي جو انن ٻھرن ۾ گھٽ ۾ گھٽ ھڪ ويلو يا ٻہ ويلا خدا ڪارڻ جو لولو ڪنھن نہ ڪنھن مسڪين کي نہ ڏيندو ھجي! ٻھراڙيءَ ۾ تہ ڪو ٻہ سرند ماڻھو، زميندار يا رئيس جيڪڏھن ڪو ڪٿي نئون ڳوٺ ٻڌائيندو تہ پنھنجي گھر جي ٻنھہ وجھڻ کان اڳ ڳوٺ لاءِ مسجد جي بنيادي سر رکندو. اھڙيءَ طرح ڳوٺ ۾ ڪٿي فقط پنج يا اٺ گھر ھوندا تہ بہ ننڍي يا وڏي مسجد ضرور موجود ھوندي. نماز جي پابندي جيڪا اڄ مسلمانن ۾ آھي، اھا ڪنھن کان بہ ڳجھي ڪانہ آھي، پر تڏھن بہ ڪي نہ ڪي چار چڱا ماڻھو ھوندا جي مسجد سڳوريءَ ۾ ڪو مٽ، ڪوُنرو ۽ تڏو وجھيو آباد ڪيو ويٺا ھوندا. جيڪڏھن اتفاق سان ڪٿي ڪو منجھن پڙھيل نہ ھوندو تہ ٻوءِ ڪو نہ ڪو ملون، ڪجھہ روڪڙ، ڪجھہ لولن ۽ ڪجھہ ٻھت تي آئي ڳوٺ ۾ وھاريندا، جتي ھنکي رھڻ لاءِ جاءِ بہ ڏيندا ۽ سندس ڪٽنب جو بہ سڄو بار پاڻ تي کڻندا. اھڙيءَ طرح چئن پارن جي قرآن شريف پڙھائڻ جو سڻو بہ ٿي پوندن.

خدا جي نانو جا تہ سنڌي سڳورا ڪٺل آھن. گھر ۾ ڪا بہ بيماري سيماري ٿي تہ دوا کان وڌيڪ دعا ۾ اعتقاد رکندا. ٿھري رڌي خيرات ڪندا، ڦنڊر يا ٻڪري ڪھي قربان ڪندا، شربت ڏاھي معصومن کي پيارينداء انھن جا

مٿا مکيندا، لک صلواتن جو ڪيائيندا ۽ صندوقون پڙهائيندا.
اهو سڀ ڪندا، پر ان سان گڏ ويچ به وٺي ايندا ۽ ڏکي
ستي ۾ ڏيپ دارون به ڪندا. جيڪڏهن ڳوٺ ۾ ڪنهن
وچڙندڙ بيماريءَ منهن ڪڍيو ته مٿا اگهاڙا ڪري، خير نمازون
پڙهندا، روزا رکندا، ڳوٺ کي ڪڙ ڏياريندا، خير خيرات
ڪندا ۽ پنهنجي پالڻهار رب ستار کي ستائيندا ته "ستر ڪر
ستار، شال نه عيب اگهاڙئين! رب تون، ستار تون، آئي بلا
ٽار تون!" ڏک جي ٽاڻي ته خدا سڀڪنهن کي ياد پوندو
آهي، پر سک ۾ ته هيڪاري سنڌي ويچارو پنهنجي مالڪ
کي وڌيڪ ياد ڪندو آهي. عاقبت جو خير گهرندو آهي
۽ سقيمن جي سار لهندو آهي. ڪا به عيد برات ٿي ته پاڻ
پوءِ کائيندو، اول خدا جي نالي ڏيندو. ڪو به منڊائتو
ميوو نڪتو ۽ پهريون دفعو گهر ۾ آندائين ته ان مان چڱو
حصو اول نالي خدا ڏيندو ۽ پوءِ پاڻ کائيندو. عيد عيد تي
جيئن پنهنجي ٻچن لاءِ نوان ڪپڙا سبائيندو، تيئن هڪ وڳو
وت سارو خيرات جو به سبائي، ڪنهن اگهاڙي کي ڍڪائيندو.
تيستائين پاڻ ڪپڙا ڪين پائيندا، جيستائين غريب کي نه
پهرائيندا.

خوشيءَ جي وقت پنهنجي خدا کي ته ياد ڪندا آهن
پر پنهنجي مري ويلن کي به ڪين وساريندا آهن. سندن
مقام ڪٿي ٻه چار ميل پنڌ جا به پري هجي، ته عيد نماز
پڙهي، پهريائين پنهنجي مائٽن جي بنيءَ تي وڃي، چار قل

پڙهي، ختمون درود بخشيندا ۽ پنهنجي نفس کي نرم کندا
آهن ۽ جيڪو غريب غربو وات تي ڳڏجين، ان کي خيرات
ڏيندا آهن. سال ۾ هڪ پيرو نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم
جي عرس، پيران پير رحمت الله عليه جي يارهين ۽ شهيد
ڪربلا جي عاشوري تي پري پري خيراتون ڪندا آهن ۽
صدقا ڪيندا آهن. اهڙا ڪي نامراد سنڌي ٿورا هوندا،
جي وسيعتمند هجن ۽ زڪوات کان ڀڄيرا هجن. سنڌي
ويچارن جو ايمان آهي ته جيڪو مسلمان زڪوات جو پورو
حساب ڪري خدا جو فرض ادا ڪندو، سو ٻئي سال ضرور
ڀهرئين سال کان وڌيڪ زڪوات ڪيندو. جنهن جي مراد
اها ٿي ته هنجي ملڪيت ٻئي سال ضرور وڌندي. سنڌي
زڪوات کي مال جي سر سمجهندو آهي، ان ڪري سِاري
سنڀالي ڪيندو آهي. هنجو عقيدو آهي تہ جيڪو خدا جو
قرض نہ ڏيندو، انجي مال ۾ برڪت ڪانہ پوندي ۽
زڪوات کان گهڻو گهاٽو پوندس.

حج جا تہ سنڌي ويچارا ڪوڏيا آهن. گهڻا تہ شرعي
حڪمن جي حد اورانگهي، قرض کڻي بہ وڃي حج ادا
ڪري ايندا آهن. پر جيڪڏهن هنر وارا ٿيا ۽ مٿن حج
فرض ٿي چڪو تہ پوءِ سندن پير تپي ايندا ۽ دل ۾ آنڌ
مانڌ هوندن تہ حج ادا ڪريون، متان مري نہ وڃون ۽
فرض رهجي وڃي. حج تي بہ وت آهر خير خيرات ضرور
ڪندا آهن ۽ زيارتون ڪري پوءِ ماڳ موٽندا آهن. ڪيترا

سکيا سنڌي ته وري پنهنجي پئسي سان کن غريب نيڪ مسلمانن کي حج ڪرائيندا آهن، جي ويچارا غريبيءَ ڪري حج ادا ڪري نه سگهندا آهن ۽ سدائين سڪايل هوندا آهن. پنهنجي غريب نوڪر چاڪر، ست مائٽ يا پاڙيسريءَ سان اهڙو وڙ ڪرڻ ۽ با قبائل حج جو طريقو ادا ڪرڻ جا سنڌي سڀاجهڙا ڏاڍا شائق آهن. اکين ڏٺو مشاهدو آهي ته حج جي موقعي تي ٻين ملڪن جا حاجي جڏهن ڪعبته الله ۾ پيل بيمار حاجين ڏي رڳو اک کڻي نهاريندا به نه آهن، تڏهن به ويچارا سنڌي حاجي هنن کي زور ڏيندا، پاڻي پيئاريندا ۽ خدمت ڪندا نظر ايندا آهن.

روزي ۾ به ٻين کان سنڌي ماڻهو پوئتي ڪين پوندا آهن. شهري ماڻهو ته زالين مڙسين، ٻارين ٻچين، تاڪيد سان روزو رکندا آهن. باقي ٻهراڙين ۾ ڪي هاري ماڻهو سخت پورهئي سبب نه به رکندا آهن. ان هوندي به مون ڪيترن ويچارن کي ڏٺو آهي ته هر، ڪوڏر ۽ ڏلهي جهڙو سخت پورهيو ۽ نهاڻ اس ۾ به گهڻائي پورهيت آهن، جي روزي کان ڪين ٽرائين. سنڌيءَ کي الله تعاليٰ چڱو ايمان ڏنو آهي. ويهين ويهو ين روزي کان منهن ڪو نه موڙيندا آهن. ٿوري گهڻي سڪالائيءَ ۾ به روزي کي رکيو ايندا. رمضان شريف جو سڄو مهينو، روزي کولائڻ لاءِ ڇهارا، ميوو ۽ ماني پوڙ، مسافرن ۽ روزاتن لاءِ، مسجدين ۾ موڪليندا آهن. پنهنجي پاڙن وارين مسجدين ۾

حافظ سگهورا بهاري، تراويح نماز ۾ قرآن پاڪ جي قرآت پڙهندا آهن ۽ خطبي جون مجلسون ڏاڍ ذوق سان ملهائيندا آهن.

پين چگن ڏينهن جهڙوڪ عيد ميلاد ۽ عيد معراج النبيؐ تي عالم سگهورا گهرائي وعظ ڪرائڻ جا ته سنڌي خاص طرح شوقين آهن. انهن وعظن جي مجلسن ۾ مولود خوانـي بـه ڪرائي ويندي آهي ۽ پري پري جـا مولودي گهرائي، سڄيون سڄيون راتيون رسول اڪرم صلي الله عليه وسلم جن جي صفت مبارڪ ۽ ثنا پڙهي روح کي راحت رسائيندا آهن.

سچي دنيا چائي ٿي ته سنڌ جو سونهارو ملڪ اصل کان "دارالاسلام" آهي. دين محمدي سنڌ جي دروازي کان ئي هندستان جي ڪفرستان ۾ داخل ٿيو. اهو فخر اسان جي سنڌ سونهاريءَ کي ئي حاصل آهي. هيءُ ملڪ ان ڪري وڏن وڏن بزرگن، عالمن، اوليائن ۽ صوفين سگهورن جو ملڪ سڏيو ويندو آهي. هتي علم ۽ عرفان جا دريا جاري هئا. عرب، عجم ۽ پين ملڪن جا ماڻهو ڪٿان ڪٿان اچي هتي فيض وٺندا هوا. گهر گهر ۾ دينداريءَ جو دؤر دؤرو هو. اسلام کان اڳي سنڌ تي برهمڻن جو راڄ هو ۽ سڄو ملڪ هندن جو مرڪز هو. مگر اسلام جي آئي ۽ سنڌ جي بزرگن جي اڻاه برڪت سان، پنجهتر في صدي سنڌ جا رهاڪو اسلام جي دائري ۾ داخل ٿي ويا! هتي جي صوفين بزرگن اهي اهي دين پاڪ جون خدمتون ڪيون، جنهن جو مثال آسمان جي هيٺان پيو ڪٿي به ملي نه ٿو سگهي. سنڌي ويچارا

سادا سودا، پنهنجي دين پاڪ تي اهڙا ته پختا آهن جو ڪرستانن ۽ آرين جا ڪيترائي حملا انهن وقت بوقت ٿيندا رهيا آهن، مگر اهڙو ڪو به مثال ڪونه ملندو، جو ڪنهن هڪڙي ڪي به مرتد ڪري سگهيا هجن! مذهب سان ڪنهن مذاق ڪئي ته هن جو سر سلامت نه رهيو هوندو.

پاڪستان جي اسلامي سلطنت جي بنياد رکڻ جو شرف به سنڌ سونهاريءَ کي ئي الله تعالىٰ بخشيو ۽ اميد آهي ته جيڪڏهن نون ۽ پراڻن سنڌين پنهنجا اعمال درست رکيا ۽ سچا سنڌي ٿي رهيا ته سنڌ جهڙي دينداري ڪٿي به ڪانه ملندي.

**سرڪار سان وفاداري** - دينداري ته ٿي پنهنجي مالڪ سان وفاداري، پر پنهنجي دنيوي حاڪم سان سچائي رکڻ به ڪو سنڌين کان سکي. جنگ توڙي صلح جي وقت ۾، جڏهن جڏهن به سرڪار کي چندن چيزن جو کپ پيو پيو هوندو ته سنڌي ويچارن وڏي دل ڪري، پنهنجي وت آهر حڪومت جي واهر ڪئي هوندي. وار فنڊ، وار لون، سيونگ سرٽيفڪيٽ، مطلب ته جيڪا به سرڪار يا ان جي ڪامورن ونان گهر ٿيندي آهي، انجي ترت پوئواري ڪرڻ کي سنڌي ويچارو سرڪار سان وفاداريءَ جو پهريون شرط سمجهندو آهي. ڪڏهن ڪڏهن سرڪار بهادر جا فرمان ڪين ڏکيا به لڳندا آهن، مگر ڪنهن به قيمت تي سول نافرماني ڪرڻ يا ملڪ ۾ ڏنگيو ڦهلائي غداري ڪرڻ ۽

حڪومت جي راهه ۾ روڙا اٽڪائڻ، سنڌي ماڻهوءَ جو هرگز شان ڪين آهي. گهڻائي وقت آيا هوندا جڏهن ڌاڙيلن ملڪ ۾ ماهه ٻاري ڏني هوندي ۽ عام رعيت جي ننڊ ڦٽائي هوندي، اهڙيون حالتون به ٿيون هونديون، جڏهن سرڪاري عملي لاءِ حالتن ڪي منهن ڏيڻ مشڪل بلڪ ناممڪن ٿي پيو هوندو، اهڙن وقتن تي به سنڌين سرڪار سان ساٿ ڏيئي، پنهنجون جانيون ۽ پنهنجو مال جوکي ۾ وجهي، وچي ڌاڙيلن سان منهن ڏنو هوندو ۽ سرڪار بهادر جي اڳيان اهڙن رهزنن جا مددگار پڪڙي اچي پيش ڪيا هوندائون.

سنڌو درياءَ جي ڪلورن جي ڪنهن کي خبر نه آهي. بند ڀڃي پون، ٻوڏون راڳا ڪن، غريب در بدر ٿي وڃن، ته به سنڌي ويچارا سرڪاري مدد اونائي، رت ولوڙي پت ڪن ۽ ڏينهن رات هڪ ڪري پنهنجو ڪاٻي، ڇيڙون وٺي اچي سرڪار سان ٻانهن ٻيلي ٿين. جيسين ملڪ تان ڏرت ۽ ڏولائو نه لهي، تيسين زالن کي به منهن ڪين ڏيکاريندا آهن. ڏڪار جي ڏاڻي ٻين ملڪن جي ماڻهن وانگر ٻاڙيسرين کي بک ۾ ڦاهه ٿيندو ڏسي، پنهنجا پانڌا ٻڌ ڪري ڪين ويهي رهن. پاڻ سنڌيءَ طرح به دل کولي ڏتڙيلن جي مدد ڪن ۽ سرڪار کي به: آن ڪيڏي آئي ڏين ته ملڪ جي ٻين ڏڪار وارين ايراضين ۾ موڪلي ڏئي. ان ڪري سنڌين کي گهٽو ڪجهه سهڻو ٻوندو آهي، پر پنهنجي مٽي تي وسائين، مگر ولڏي ڪائين.

## سرڪار سان وفاداري

هيئنر تازو پاڪستان جي ٻين پرڳڻن ۾ اناج جي کوٽ سبب سرڪار سنڌي زميندارن جي اَن جو سڄو اسٽاڪ انهن کان کسي ورتو آهي ۽ ٻين پاسن ڏانهن موڪلي ڏنو آهي. ان جو نتيجو اهو ٿيو آهي، جو سنڌ ۾ ڏڪر ڏيکاري ڏني آهي ۽ سنڌي ويچارن کي ڏاڍا ڏکيا ڏينهن ڏسڻا پيا آهن. ان هوندي به هو ويچارا آف به ڪانه ٿا ڪن ۽ سرڪار سان هر حال ۾ حاضر بيٺا آهن!

ظالم لسڪيتي. واپاري پنهنجا گدام اناج سان ڀريو ويٺا آهن ۽ هو بليڪ مارڪيٽ هڪ پاسي پيا ڪن ته پرمٽون وٺيو، وڏن اگهن تي آن ٻاهر ٻئي پاسي پيا موڪلين ۽ سرڪار بهادر به انهن کي ڪي سخت سزائون ڪونه ٿي ڏئي. سچ آهي ته سنڌين جي ڪٿي جو به اهو وڏ ڪين آهي. سرڪار ۽ ملڪ سان وفاداري سندن اصل کان عادت آهي.

سرڪار ته پنهنجي جاءِ تي رهي، پر رڳو ملڪ جي ليڊرن جي ميتا به جيڪا اسان جي سنڌ ۽ سنڌين ۾ آهي اها ڪٿي به ڪانه ليندي. ليڊرن تي پورو پورو ويساهه رکڻ، انهن جي فيصلن سان پاڻ کي ٻڌل رکڻ، هنن سان مرڻ، هنن سان جيئڻ، هر هڪ سنڌيءَ جو مرڪ آهي. ان ۾ شڪ ڪونهي ته هر ڪنهن ملڪ جي ليڊرن ۾ وڏون برابر ٿين ٿيون ۽ ان ڪري ضرورمٽن نڪته چيني به ٿيندي رهندي آهي، مگر هنن جي فيصلن کان منهن موڙڻ ۽ ملڪ ۾ بکيڙو وجهڻ کي سنڌي سڳورا "ڪفر" سمجهندا آهن.

**ڇـن** - يورپ ۾ ڪن ٻين شاهوڪار ملڪن ڪانسواءِ ٻن جتي ڪٿي زور آهي. اسلامي ملڪن جهڙوڪ مصر، افغانستان، ايران ۽ عربستان ۾ پن بلڪل گهٽ آهي. ساڳي طرح پاڪستان ۾ ٻڻ هر هڪ پـرڳڻي ۾ پينو تمام گهٽا آهـن. هڪڙا ٻڪ ڪان ۾ بي روزگاريءَ سبب ٻئن ٽا پر ٻين ته پنڻ کي پنهنجو ڌنڌو ڪري ورِتو آهي. پر سيني ملڪن جي پيٽ ۾ جيڪڏهن سنڌ کي جانچي ڏسبو ته اتي به پن ضرور آهي، مگر سنڌي ويچارا پنڻ ڪان گهٽو ڪري پري هوندا. هو چوندا آهن ته "پلي ٻڪ پرم جي، شال نه وڃي شان!" ڪنهن جي اڳيان هٿ ٽنگڻ ۾ ڪنهن کي سوال ڪرڻ کي هو اصل حرام سمجهندا آهن. ٻئي پيٽ پرڻ ڪان ٻڪ ۾ ساه ڏيڻ کي وڏيڪ سٺو سمجهندا آهن.

سنڌ جو ملڪ پنجن قدرتي ڀاڱن ۾ ورهايل آهي. الهندو پاسو سڄو جابلو ملڪ آهي، تنهنڪري ان کي ڪوهستان ڪوٺيو ويندو آهي. انهيءَ ڀاڱي ۾ اڪثر بلوچ قومون آباد آهن، جي ويچارا ڌڪرار ۾ رهندار آهن. پوک باراني آهي، جنهنڪري جيڪي به چار ڪٺا قسمت ۾ هوندن، سي لٽي، ڳاهي، سال جو ٿمر ڪري، اچي گهر گندي ٿاهي، آن ۾ رکندا آهن. جيڪڏهن آن ۾ کير پنهنجو ٿي پين ته بس. ڪنهنجي ڪاڻ ڪانـ ڪيـندا. ٻـهـراڙيءَ ۾ پينو مور ڏسڻ ۾ ڪونه اچي. ساڳيءَ طرح ٻيو قدرتي ڀاڱو لاڙ آهي، جو ڪلراٺو ۾ ماريال آهي. اتي جا ماڻهو اڪثر ويچارا اوٺي

آهن . ملڪ ماريال آهي، تنهنڪري ڳاڙهن چانورن جون چار
ڳوٺيون ۽ اوٺو ڪير مليو ته بس، ان ڪان وڌيڪ لاڙين لاءِ
ٻي ڪهڙي نعمت آهي؟ ڪڏهن ڪڏهن ته، جت ماڻهو
ويچارا رات ڏينهن ساند هڻ، مهينن تائين رڳو اوٺي ڪير تي
گذران ڪندا آهن . پنڻ جو ته انهن برن پٽن ۾ نالو نشان
به ڪونه آهي .

سنڌ جو ٽيون قدرتي ڀاڱو آهي ٿر، جتي واريءَ جون
ڀٽون ئي ڀٽون نظر اينديون . ان ڪري هن ڀاڱي کي
ريگستان چوندا آهن . هتي جا ماڻهو سڀ مال وندو آهن ۽
فصل بارانيءَ تي ٿئي ٿو . سڀڪو پنهنجيءَ ۾ پورو آهي .
مانيءَ ٽڪر ته هر ڪنهن کي سولائيءَ سان ملي سگهي ٿو .
ڪو به ڪنهن جي در تي لنگهي ويو ته، لولو ڪارائي
ڇڏيندس، تنهنڪري پنڻ جي موڙهين ضرورت ڪانه پوي .
چوٿون ڀاڱو سرو يعني اتر سنڌ آهي، جنهن جا رهاڪو
اڪثر ڪري بلوچ سردار آهن . اتي ته پنڻ جو بلڪل رواج
ڪونه آهي . پنجين ڀاڱي يعني وچولي ۾ جيڪي پهراڙيون
آهن، تن ۾ ته هن مرض جو نالو ئي ڪونه ملندو، باقي
وڏا شهر يا آهي ننڍا شهر جتي اوليائن جا مقبرا آهن ۽ جتي
بارهن ماهو ميلو لڳندو آهي، اتي هن گهڻيئي آهي . مگر
هتي به گهريءَ نظر سان ڏسبو ته پينو سڀ ڏاريان هوندا .
سنڌي پينو ڪو چڱو ڀلو هوندو، سو به ڇڻ ڇتن ۾ چپ ٿيو
لڳندو . اوليائن جي درگاهن، جهوڪ قلندر شهباز سيوهڻ

ڪي ۽ شاهه عبداللطيف ڀٽ شاهه ڪي جدا جدا هنڌن تان آيل ملنگ ٿي ويڙهيو ويٺا آهن. باقي اوليائن جهڙوڪ مخدوم نوح هالا، شاهه ڪريم بلڙي، بدين، لنواري، ٺٽو، روهڙي، راڻيءَ پور، جهوڪ، وغيره جا متولي پنهنجن درگاهن تي پينو وڃڻ ٿي ڪونه ڏين. مطلب ته سنڌ جي باويهن لڪن سنڌي ماڻهن مان ڪي آگرين تي ڳڻڻ جيترا سنڌي پينو مس ملندا. اهي به اڪثر پاڻ ڪي ڪلهوڙا سڏائيندا آهن ۽ پوڙهي به پيڙهي پنڻ ڪي پنهنجو پيشو ڪري چڱيو اٿن. خاص طرح انهن جون زالون، مردن ڪان به وڌ پنڻ جون استاد آهن. باقي پيو سنڌي ڪو ايڪڙ ٻيڪڙ ڪريل هوندو ته مجبور سو به انڌو، منڊو يا پنگلو هوندو. نه ته سنڌ ۾ الائي ڪيترن ڪيترن جون بلائون اچي پنڻ جو پورهيو ڪندا آهن. اهي مان ڪيترا ته اهڙا به آهن جي بک ڪان ڪونه پنندا آهن، پر پورهيو ڪري پئسا ڪمائي، گوٺ مني آرڊر ڪندا آهن ۽ پاڻ پني پيٽ گذر ڪندا آهن.

سنڌ ويچاريءَ ڪي اصل ڪان ”چورا نيپاج“ ڪوٺيندا آهن، جنهن ۾ ڪتي ڪتي جون آفتون پيئون پلجن. هميشه ڪيترن خود غرض ماڻهن سنڌ ۽ سنڌين جو چوڙن وانگر رت پئي چوسيو آهي. واپار ۾، نوڪرين ۾، ڏنڌن ڌاڙين ۾ ۽ پچاڙيءَ جو پنڻ ۾؛ مطلب ته جيڏن به ڪيي بک لڳو آهي، تيڏن وسئون ڪونه گهٽايو اٿن، پر بزرگن جي دعا

سان سنڌ سڳوري ۾ سنڌي سونهارا، وڃن ٿا ويران ويرو ڏيندا، هڪڙي منهنجي غير سنڌي دوست مونسان ڳالهه ڪئي ته "سائين، اسانجي ملڪ ۾ ڏاڍي بيروزگاري آهي. اسانجي ملڪ جا لکين ڪٽنب ته ويچارا پنهنجي حياتيءَ جو سارو مدار سنڌ تي رکن ٿا. انهن جا ٻار ٻچا ويچارا مڪائيءَ جي باراني ٻوڪ ڪري پيا بکون ڪيندا آهن. سندن ڪي نه ڪي وارث سنڌ اندر يا ته پوليس ۾ ڀرتي ٿيل هوندا آهن، يا ريل ۾ يا ٽپال کاتي ۾ ملازم هوندا آهن، يا سنڌ ۾ ڪا مزوري يا خانگي نوڪري پيا ڪندا آهن ۽ مهني پوري ٿيڻ تي پگهار وٺي جڏهن گهوٽ سني آرڊر ڪندا آهن تڏهن سندن ٻچڙا گذارو ڪري سگهندا آهن."

هن دوست ونڪي ٻڌايو ته هرهڪ مهيني جي پهرين تاريخن تي سندن ملڪ جي ڊاڪ خانن يعني ٽپال آفيسن وٽ هڪڙو عجيب نظارو نظر ايندو آهي. هرهڪ ڊاڪ خاني تي روز سوين ماڻهو سنڌ کان ايندڙ مني آرڊرن جو انتظار پيا ڪيندا آهن. گويا ٽپال آفيس تي هڪ ميلو لڳو پيو هوندو آهي. ويچارا اسانجي ديس جا غريب، مني آرڊر روئي پوءِ وڃي سک جو دم پٽيندا آهن.

سائين سدائين ڪرين مٿي سنڌ سڪار

دوست تون دلدار عالم سڀ آباد ڪرين!

**دوستي-** انسان اکر غالباً "انس" مان نڪتل آهي، جنهن جي معنيٰ آهي "وروند". حضرت آدم عليه السلام

ٿي پهريون انسان هو، جنهن پنهنجي ساٿين کي چيو ته اوهين پاڻ ۾ گڏجي گهوٽ ٿاهي رهو، متيون مائٽيون ڳنڍيو، هڪ ٻئي جي سهائتا ڪريو ۽ هڪ ٻئي سان ورونهه ونڊيو ۽ جدا جدا ٿي نه رهو. قدرت جي پڻ اهائي منشا هئي ته هن ذرتيءَ جي متاڇري تسي انسان سڀ گڏجي معاشرتي زندگي گذارين، انهيڪري جيئن هرهڪ انسان کي مٽن مائٽن ۽ پونيرن جي ضرورت هوندي آهي، ساڳيءَ ريت هنن کي دوستن جي. به گهرج ٿيندي آهي. انسان ويچارو پنهنجي جيوت جو سڄو دارومدار سڄن دوستن تي رکي ٿو. ڪيترائي اهڙا دلي ڳجهه آهن، جي پنهنجي ماءُ پيءُ، زال يا اولاد سان به اوري نٿا سگهجن. انهن جي اورڻ لاءِ ڪن سڄن رازدار دوستن جي ضرورت هوندي آهي ۽ انهن جي ٿي مدد جو ڪپ ٿيندو آهي. جيتوڻيڪ اڄ ڪلهه جي دنيا ۾ سڄن سنگتين، جي سرويچ هجن ۽ راز سانڍي سگهن، تنجو ڏاڍو ڏڪار آهي، پر تنهن هوندي به اها جنس اهڙي آهي جنهن ڪانسواءِ ماڻهوءَ جي بلڪل سري ڪين سگهندي. اڄ ڪلهه هڪ طرف سٺا سنگتي نٿا ملن ته ٻئي طرف ماڻهن ۾ سٺن سنگتين جي صحيح چونڊ ڪرڻ جو حوصلو ڪونه رهيو آهي. جيڪو ماڻهو ٻاهريون ڏيک ويک رکي چاٺي، لپاڙي ۽ لباسي هجي، اهوئي سڀني کي پيو سيبائي. اڄ ڪلهه منهن جو مٺو، زبان دراز ۽ پورو مطلبي ماڻهو ٿي ٻئي تي پنهنجي سچائيءَ جو اثر جلد وهاري سگهي ٿو.

پڙهندڙن کي سڌ آهي ته سنڌي ويچارو زبان درازيءَ
سان نه چاڻي ئي ڪونه. ٻڌاڪ هٺڻ نه ڪيس سياويڪ ڪانه
اچي. پنهنجي مطلب تي ڪنهن سان ڪوڙ، ڪپٽ يا دغا
ڪرڻ ته هن جو ڏرم ئي نه آهي. هو هڪ سڌو سنئون،
سادو سودو، خدا جو نيڪ ٻالهون آهي. جيڪڏهن ڪنهن
سان دوستي رکيائين ته بنا ڪنهن لسوٻ لالچ ۽ شخصي
مطلب جي سر جون سئون ڏيندو. پنهنجي دوست سان عيوضي
جي اميد اصل ڪانه رکندو ۽ هميشه چوندو ته "ادا! اپني
توڙ نباهه، اسکي او جانے". سنڌ ۾ اهڙا لکين مثال ملندا جو
سنڌي ويچارا دوستيءَ ۾ پنهنجي يار لاءِ مال دولت ته ڇا
پر سر ڏيڻ کان به ڪين گسنا هوندا. ڪڏهن به سندن
سنگتي ڪنهن مشڪل ۾ ڦاٿو هوندو ته پنهنجي ملڪيت
هن جي پوئتان لٽي ڇڏي هونداڻون ۾ تيستائين دم نه
پٽيو هونداڻون، جيستائين دوست جو دک دور نه ڪيو
هونداڻون. اوکيءَ سوکيءَ ۾ دوست جي مدد ڪرڻ ۽
هن سان وچي پاڳي پائيوار تيڻ سندن عادت ۾ سمايل آهي.
پنهنجا ڪم ڪاج ڦٽائي، دوست جي دنل جوڙيڻ وچي
پار ڪئي هونداڻون. سنڌين جي سنگت ٻين! وانگر زڳو
ايسيتائين ڪانه هوندي آهي، جيستائين هڪ ٻئي ۾ مطلب
اٽڪيل هوندو آهي، يا جيسين دوست سکيو هوندو آهي ۽
ڏک جي ناڻي "نه تيرا سٽ، نه ميري ڪپاهه". سنڌي ويچارو
سک جي وقت اچان به يار کان ڪجهه بي پرواه رهندو

آهي ۽ ڏک ۾ ته هن جي پر ڀاسو اصل کين ڇڏي ستان
ڪيس دل ۾ رنج رتي رهجي وڃي ته ''سيڪو چڙهئي جو
آهي ۽ ڪرئي جو آهي ئي ڪونه!'' سنڌي ويچارو اهڙو
دوست آهي جو جيئري ته ٺهيو پر مئي به پنهنجي يار سان
نباهي. مرڻ کان پوءِ يار جي ٻارن جي ڏکيءَ سکيءَ سار
سنڀال لهڻ کي پنهنجي ياريءَ جو فرض سمجهي ٿو.

سنڌين جون زالون وري ڪهڙيون آهن؟ ساهڙپ ۾
مڙسن کان به سرس سوايون آهن! ساهيڙيءَ مٿان سر قربان
ڪنديون آهن ۽ پهون پلهار ونديون آهن. شادي غمي
يا عيد برات تي ڪڏهن به ڪو سٿيو گره رڌين ته تيسين
کين کائين جيسين ساهيڙيءَ کي نه موڪلين. ڪپڙو لٽو،
ان انو، مرچ مصالح، تيل تماڪ مهل سارو هڪ ٻئي کي
ائين ڏين وٺن، جيئن سڳيون ڀينرون هجن. پاڻ ۾ مرئي
پرئي، اچڻ وڃڻ، ڏيڻ وٺڻ ۽ نڪڻ ڪرڻ جو رستو اهڙو
نباهين جو سڳا مٽ به اهڙو ڪم ڪين اچن.

سڀ کان وڏي جيڪا سنڌيءَ ۾ نيڪ خصلت آهي،
اها هيءَ آهي ته هڪ دفعو دوستي رکيائين ته مرڻ گهڙيءَ
تائين نباهيندو رهندو. پر جيڪڏهين تقدير سان ڪڏهن
دوستيءَ ۾ ڪن شريرن اچي فتنو وڌو ۽ ياريءَ جي اها
نازڪ ڏوري ٽٽي پئي ته به هڪ ٻئي جي دشمني کين
ڪندا ۽ نه وري هڪ ٻئي جا راز کوليندا. اهي هنن جون
رازداريون چڻ ته تجوڙيءَ ۾ بند رهنديون آهن. ڪوبه

ڀڄاڻو ماڻھو ھنن کي ھڪ ٻئي جي برخلاف ڪم آڻي ڪين سگھندو آھي. سنڌي ويچارا چوندا آھن ته "ادا ٻئي ته ٻئي، نه ته دال روٽي کھٽي". جيڪڏھن ڪنھن متيمدن جي ڪري اسان جي ياري ٽٽي لڳي ته ھڪ ٻئي جا ويري ڪين ٿينداسين. اھا صفت ڪمينن جي آھي. ھينئر به اسان ۾ ڪو ڪم پويس ته حاضر آھيون. باقي اھا ورونھه ۽ رازداري ھاڻي نه رھندي، چو ته دوستي ڪاچ جي پيالي وانگر نازڪ آھي. جيڪڏھن ھڪ دفعو پيالو پڄي پيو ته ھن کي ڪيترو به ڪٺي ڳنڍيو ته اھو ساڳيو سلھه ڪو نه ڪندو.

سنڌين جي دوستيءَ جا مثال، جيڪڏھن ھڪ به ڪري ويھي لکجن ته جيڪر ھڪ جدا ڪتاب ٺھي پوي ۽ پڙھندڙ ڏسي رھن ته سنڌين جھڙا سچا دوست دنيا جي ڪنھن به ڪنڊ ۾ ھرگز ملي نه سگھندا.

**پڇاڙي** - مون ھن ننڍڙي ڪتاب جي پڄاڙي سنڌين جي دوستيءَ سان ڪئي آھي. سچ پڇ ته مون جيڪي به لکيو آھي سو پنھنجي ويڪ سان لکيو اٿم. سنڌي ٿي ڪري مون پنھنجي سنڌي ڀائرن جي لنئي خوشامد ڪانه ويھي ڪئي آھي، پر مون اھي ڳالھيون لکيون آھن، جي سو ٽڪا سچ آھن. منھنجا سنڌي ڀائر جيڪي ڌارين جلھن ۽ حملن کان ھاڻ کي جاھل، پوڪ ۽ چٽ سمجھي ويٺا آھن، انھن کي يقين ڏيندو ته ھڪ سنڌي ماڻھوءَ جو اخلاق اڄ به اھڙو بلند آھي جو ٻين لاءِ ريس ڪرڻ، سڌ ڪرڻ

۽ نقل ڪرڻ جي لائق آهي. نون سنڌي پاڻرن کي به هن ڪتاب جي پڙهڻ مان اها پروڙ پئجي وينديي ته سنڌي ويچارا، جن ڪان هو ڪن هتراڏو الزامن ۽ غلط پروپيگنڊا سبب نفرت ڪن ٿا يا انهن کي خراب سمجهن ٿا، اهي ڪهڙا نه ملائڪ صفت انسان آهن ۽ انهن جو چڱو پاڙيسري ۽ دوست ٿي رهڻ ڪهڙي نه غنيمت آهي. سنهنجي هن سموري بيان مان اها مراد اصل ڪانهي ته رڳو سنڌي چڱا ۽ باقي سڄو جهان بڇڙو آهي. چڱا ۽ مٺا سڀني ملڪن ۽ قومن ۾ پيا آهن، مگر سنڌي ماڻهو سماوي ڪ ٻين تي قرارا آهن، جا ڳالهه سندن هلت چلت مان روشن آهي. خداوند ڪريم شال سنڌي پاڻرن کي اجان به وڌيڪ توفيق عطا فرمائي، جيئن نيڪيءَ جي راه ۾ سدائين سندن قدم اڳتي هجي. (آمين).

ختم شد بالخير

# پَڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪَ ”لُڙهندڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرندڙ، اوسيئڙو ڪندڙُ، ياڙي، ڪانئُو، ياڄوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنی e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌائڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاريِ تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پڙهندڙ نَسل (پَـنَ) کا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو کـو بـہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن کو بہ شخص اهـڙي دعوىٰ ڪري ٿـو تـہ پَـڪَ ڄاڻو تـہ اُهـو ڪُـوڙو آهي. نہ ئي وري پَـنَ جي نالي کي پئسا گڏ کيا ويندا. جيکـڏهن کـو اهـڙي کوشش ڪري ٿو تہ پَکَ ڄاڻو تہ اُهو بہِ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻـن جا پَـنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا پَـنَ بہ مختَلِف آهـن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، ٻَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿـي سگهن ٿـا. ٻيـن لفظن ۾ پَـنَ کا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نـہ آهي.

کوشش اها هوندي تہ پَـنَ جا سڀ ڪَم کار سَهکاري ۽ رَضاکار بنيادن تي ٿين، پر ممکن آهي تہ کي کم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِيـن. اهـڙي حالت ۾ پَـنَ پاڻ هِڪَـٻِئي جي مدد کَـرڻ جـي اُصـولَ هيـٺ ڏي وَٺُ کنـدا ۽ غيرتجـارتي -non commercial رهنـدا. پَـنَـن پـاران ڪتـابن ڪـي ڊِجيِٽـائِيز digitize کرڻ جي عَمـلَ مان کـو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل کـرڻ جي کوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيِٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو کم کرڻ وارن مان جيکـڏهن کـو پيسا کمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَـنَـن سان اُن جو کو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڏِ کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛

ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،

جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!

مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،

جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اٽڪلاڻي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ نادانيءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نه هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪچي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اٽڃاٽن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، چالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نه رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽٽر گهرج necessity unavoidable سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان به پڙهڻَ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪِي پائي چيو ته ”منهنجا ياءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)